كتاب جو نالو : وصال جا آخري ڏينهن
صنف : شاعري
ليکڪ : عزيز گوپانگ
ڇاپو : پهريون، مارچ 2007ع
ڇپيندڙ : آزاد ڪميونيڪيشن، ڪراچي
ڇپائيندڙ : معصوم سانگهڙائي اڪيڊمي، سانگهڙ
ڪمپوزنگ : راڻو ميگهواڙ، سورج پرنٽرس، حيدرآباد
قيمت : ٻه سؤ رپيا

**Vissal Jaa Aakhree Deenhn**
(Poetry)
Written by: Aziz Gopang
Published by: Masoom Sanghrai Academy, Sanghar
Printed by: Azad Communication, Karachi
Composed by: Rano Meghwar, Soorij Printers, Hyderabad
1st Edition: March 2007
Price Rs: 200/-

# فهرست

# ارپنا

مان پنهنجي شاعريءَ جو هي پهريون مجموعو ارپيان ٿو:

- پنهنجي مِٺڙي ماءُ کي، جنهن پنهنجين دعائن سان مون ڏانهن وڌندڙ هر ڪوسي واءُ جو رستو روڪيو ۽ پنهنجي اٿاهه محبت جي ڇانوري ۾، منهنجي جڏيءَ جيءَ کي جاءِ ڏني.
- پنهنجي بابا سائين ڊاڪٽر محمد صالح گوپانگ کي، جنهن جي همه گير شخصيت ۽ اعليٰ سماجي توڙي ادبي ادراڪ ۽ ساڃاهه جو ڪجهه حصو مون کي وراثت ۾ مليو.
- پنهنجي ننڍي ڀاءُ امداد گوپانگ کي، جنهن سان اگر ڪنهن ڏينهن ملاقات ناهي ٿيندي ته لڳندو آهي، اُهو ڏينهن منهنجي زندگيءَ ۾ آيو ئي ناهي.
- پنهنجي ڀيڻ ڊاڪٽر زبيده الطاف کي، جنهن جي سياڻ ۽ اکين ۾ مونکي امڙ جو عڪس نظر ايندو آهي.
- پنهنجي پُٽن ڪاظم رضا ۽ حسن رضا کي، جن سان پنهنجي پيار جي تشريح ۽ اظهار لفظن ۾ ڪرڻ کري سگهان.
- پنهنجي دوست معصوم سانگهڙائي کي، جنهن جهڙو اَملهه انسان مون پنهنجي سموري شعوري زندگي ۾ نه ڏٺو آهي ۽ نه ئي ٻڌو آهي. هُن جي دوستيءَ دؤران منهنجي نه رڳو اعليٰ انساني قدرن سان شناسائي ٿي پر محبتن ۾ ويساهه به وڌيو.
- ۽ پنهنجي دل کي، جنهن جي بار بار عشق ڪرڻ واري عادت مونکي زنده رکندي اچي.

- عزيز گوپانگ

# پنهنجي پاران

مون شاعري ڪرڻ ڪڏهن کان شروع ڪئي اِهو چڱيءَ طرح ياد ناهي، پر ايترو ضرور ياد آهي ته جڏهن مُنهنجو پهريون شعر هڪ اخبار ۾ ڇپيو ۽ منهنجي بابا سائينءَ[1] جي نظر مان گذريو هو ته هُن اُها اخبار گهر آڻي امڙ جي اڳيان ڦٽو ڪري ڪيس چيو هو ته "حيدر[2] پنهنجي لاءِ ڪنڊن وارو رستو چونڊيو آهي!"

پنهنجي واسطي، بابا سائينءَ جو چيل اِهو جملو سموري حياتي پڙاڏو بنجي مُون سان گڏ رهيو آهي. مون پنهنجي والد صاحب جي اِنهيءَ جملي جي صداقت ۽ گهرائيءَ کي هر اُنهيءَ لمحي وڌيڪ محسوس ڪيو آهي جڏهن دِل يا دُنيا جي ڪنهن به معاملي مُنهنجي حساس طبعيت کي ٻي چِٽن ڪيو آهي، حساسيت لُڙڪ کي جنم ڏيئي ٿي، پو اُهو لڙڪ ڪِٿي ڪهاڻي بنجي ٿو، ڪِٿي تصوير ته ڪِٿي وري شعر جو رُوپ وٺي ٿو.

حساسيت هڪ اهڙي ڪيفيت يا خوبيءَ جو نالو آهي، جيڪا جنهن به ماڻهوءَ وٽ هجي ٿي. ان کي ٻين هزارن توڙي لکن ماڻهن کان مختلف بنائي ٿي. حساس طبعيت رکندڙ اهڙن ماڻهن جو قبيلو اديبن، شاعرن، موسيقارن مصورن تي ٻڌل هُجي ٿو اِهو شايد اتفاق ئي آهي ته مون پنهنجو پاڻ کي روحاني توڙي عملي طور تي اِنهيءَ قبيلي جو حصو ئي تصور ڪيو آهي.

ڪنهن به شعري توڙي ٻي صِنف تي ٻڌل لکڻين جي مجموعي جي شروع ۾ صاحبِ ڪتاب پنهنجي ذات يا لکڻين بابت به اڪر اظهار ڪندو آهي، اِها هِڪ اهڙي روايت آهي جنهن سان ليکڪ کي پنهنجي ذات جي باري ۾ پڙهندڙن سان پنهنجا ويچار ونڊڻ جو موقعو ملي سگهندو آهي، پر منهنجو ذاتي خيال اِهو آهي ته پنهنجي باري يا پنهنجي ذات سان درپيش مسئلن ۽ ڪيفيتن جو ذڪر ڪرڻ ڪو گهٽو

---

(1) ڊاڪٽر محمد صالح گوپانگ، سنڌ جو ناميارو اُستاد ۽ تعليمدان، جنهن 27 فيبروري 2005ع ۾ وفات ڪئي.

(2) حيدر بخش، ليکڪ جو اصل نالو.

ضروري ناهي، اختصار کان کم وٺندي مان فقط اُنهن محرڪات جو ذڪر ڪرڻ چاهيندس جيڪي مُنهنجي خيال کي شعر ۾ تبديل ڪرڻ جا سبب بڻيا آهن.

اُنهن سيني معاملن ۽ رشتن ڏانهن منهنجو رويو بنهه شديد رهيو آهي جن جو واسطو ڪنهن نه ڪنهن صُورت ۾ منهنجي ذات سان هجي ٿو. دوستي هُجي يا شناسائي، اوپرائپ هُجي يا پنهنجائپ، مون هر رشتي کي اُن جي معيار ۽ مرتبي آهر نڀايو آهي، شاعريءَ ڏانهن مُنهنجو رويو محبت وارو ئي رهيو آهي، مون زندگي ۾، رڳو هڪڙي سِٽ به اذيت ۾ ناهي لکي. خيال ڪيڏو به سٺو ڇو نه هُجي، لفظ ڪيترا به دلڪش ڇو نه هُجن، جيڪڏهن منهنجي مزاج کي ناگوار هُجي ٿو ته مان شعر لکڻ جي بجاءِ ٿي. وي تي خبرون ڏسڻ کي ترجيح ڏيندو آهيان، منهنجو ايمان آهي ته جيڪڏهن لفظن کي زبان هجي ها ته اڄ انهن سان زيادتي ڪندڙ ڪيترائي شاعر زوري لکڻ جي ڏوهه ۾ سزائون ڪاٽي رهيا هجن ها!

شعر لکڻ جي حوالي سان ڪيترائي مفروضا ۽ ڏندڪٿائون ٻُڌڻ ۾ ايندڀون رهن ٿيون، ڪُجهه شاعر چون ٿا ته شاعري نازل ٿيندي آهي، ڪجهه شاعرن جو خيال آهي ته اُها مُڪمل شعوري ڪوشش جو نتيجو هجي ٿي ۽ ڪجهه شاعر اهو به چون ٿا ته شاعري عشق سان مشروط آهي. يعني عشق ڪرڻ شاعري ڪرڻ لاءِ لازمي شرط آهي. جڏهن ته مُنهنجو تجربو شاعري بابت اهڙن مفروضن کان بنهه مختلف ۽ حيران ڪندڙ آهي. مون غزل يا نظم ته ڇا ڪڏهن هڪڙو لفظ به الهامي ڪيفيت ۾ ناهي لکيو، الهام ۾ ڇيل يا لڪيل ڪو به خيال يا تصور، ماڻهوءَ جي داخلي سوچ يا ڪيفيت کان وڌيڪ هِڪ پُراسرار طاقت جي رد عمل طور وجود ۾ اچي ٿو. جڏهن ته منهنجي شاعري ۾ ڪٿي به الهامي رُوح نه پر منهنجن احساسن ۽ جذبن جو عڪس ئي ڪارفرما آهي. ساڳي ريت مڪمل شعوري ڪوشش سان سماج جي ڪنهن ٻرندڙ مسئلي تي ڪالم ته لکي سگهجي ٿو پر شاعري پٽي ڪري سگهجي، ۽ جيستائين شاعري لاءِ عشق جي شرط جو تعلق آهي ته اِها ڳالهه به مان سمجهي ناهيان سگهيو، جيڪڏهن شاعري ڪرڻ لاءِ عشق ڪرڻ واري پابندي درست هُجي ها ته پوءِ دُنيا جو هر ماڻهو شاعر ضرور هجي ها. ڇو ته مان اِنهيءَ ڳالهه ۾ يقين رکان ٿو ته عشق ڪا ادبي سنگت ڪونهي جنهن ۾ رڳو شاعر ئي داخل ٿي سگهن، عشق هِڪ آفاقي ڪيفيت جو نالو آهي، جنهن مان هر جوان دِل گذري ٿي. دُنيا ۾ اهڙن ڪيترن ئي ماڻهن جا نالا ڳڻائي سگهجن ٿا جيڪي پنهنجي عشق ۽ ان جي عظيم ادائگي جي بنياد تي تاريخ ۾ اَمر ٿي ويا، پر اُنهن پنهنجي پوري ڄمار ۾ هڪ شعر به ڪونه لکيو هو ۽ ساڳي ريت مون کي اهڙن

ڪيترن ئي شاعرن جي بہ خبر آهي جيڪي شاعر تہ بلاشڪ سُٺا آهن پر انهن وٽ عاشقي ڪنهن فضيلت پريي جذبي جي حيثيت ۾ نظر ڪانہ ٿي اچي.

اِنهيءَ سموري پسمنظر ۾ جيڪڏهن مان پنهنجي شاعر هُجڻ واري لقاءَ يا شاعري ڪرڻ واري عمل تي نظر وجهان ٿو تہ بنهہ عجيب تجربا ياد پون ٿا. مون شاعري نہ عشق جي نتيجي ۾ ڪئي آهي، نہ مڪمل شعوري ڪوشش سان ۽ نہ ئي ڪنهن الهامي عذاب جي بنياد تي. اوهان پڙهندڙن کي حيراني ٿيندي تہ منهنجي شعرن لکڻ جا سبب پڻ ايترائي آهن جيترو اُنهن جو تعدادٰ! مون ڪڏهن اوچتو سگريٽ ختم ٿي وڃڻ واري حالت ۾ شعر لکيو آهي تہ ڪڏهن وري ڪنهن بہ سبب جي ڪري دِل ۾ پيدا ٿيندڙ آسودگي جي احساس ۾. شاعري لکڻ لاءِ مون وٽ ڪابہ نصابي پابندي ناهي رهي. ڪڏهن ڪا فلم متاثر ڪندي آهي تہ شعر جوڙي وٺندو آهيان، ڪڏهن ڪنهن ڪتاب ۾ متاثر ڪندڙ جملو وغيره شعر لکڻ جو مواد ذهن ۾ پيدا ڪندو آهي تہ ڪڏهن وري ڪنهن جي خوبصورت شاعري يا ڳائيڪي شعر چوڻ لاءِ آماده ڪندي آهي. مطلب تہ منهنجي شاعريءَ جا محرڪ منهنجي روزاني زندگيءَ جا اُهي معاملا آهن، جن مان ڪجهہ مونکي خوش رکندا آهن تہ ڪجهہ وري رنج، مطلب تہ ماضيءَ جون يادون، حال جا روزاني ونهوار، ۽ آئيندي جا خواب ۽ خيال منهنجي شاعري جا اصل محرڪ آهن.

اوهان پڙهندڙن کي منهنجي شاعريءَ ۾ علم عروض جي پابندي ڪا وڏيڪ احساسن جي اهڙي آزادي ملندي جنهن جو واسطو سڌي طرح منهنجي داخلي ڪيفيت سان آهي ۽ انهن جي مڪمل ذميواري بہ مان پاڻ تي کڻان ٿو. عُمر جي چوئيتاليهہ سالن ۾ مون جيڪا بہ شاعري ڪئي آهي اُها هن مجموعي ۾ شامل آهي، گهڻو ممڪن آهي تہ ڪُجهہ اسم مون کان گم ٿي ويا هُجن. جنهن جو مون کي ڪوبہ غم ناهي. ها البت اِهو لکڻ ضروري سمجهان ٿو تہ منهنجي شاعري ۽ اُن کي پيار وچان پڙهندڙن جي وچ ۾ نقادن جي ڪابہ گنجائش ناهي ڇو تہ مان سمجهان ٿو تہ شاعري مٿان تنقيد ڪرڻ دِل جي مؤسمن مٿان تنقيد ڪرڻ جي مترادف هجي ٿي.

منهنجي شاعري خوبصورتين، حادثن، نظارن، يادن، احساسن، وفائن ۽ بيوفائين جي ردعمل ۾ تخليق ٿي آهي، ۽ اُن جي هر خوبي توڙي خامي جو مان ئي وارث آهيان، مان ڪڏهن بہ پنهنجي ڪنهن شعر يا اُن ۾ استعمال ٿيل هڪ بہ لفظ تان دستبردار نہ ٿيو آهيان ۽ نہ ئي وري ڪڏهن ٿيندس.

مُنهنجو ادبي سفر سانگهڙ ۾ شروع ٿيو، سانگهڙ جتي مان پلجي وڏو ٿيس،

تعليم حاصل ڪئي، دوستيون رکيون، واعدا ڪيا، واعدا ورتا ۽ اُنهن واعدن جي رڻ ۾ جوانيءَ پير ٻوڙندو رهيس. مان پيدا ته ضلعي نوشهري فيروز جي تعلقي ڪنڊياري ويجهو ڳوٺ حاجي خان گوپانگ ۾ ٿيس ۽ پهريون درجو ڳوٺ ۾ ئي حاصل ڪيو، پر جيئن ته اُنهن ڏينهن ۾ والد صاحب جي نوڪري سانگهڙ ۾ هُئي ۽ اُنهيءَ سانگي گهر ڀاتين کي لڏائي سانگهڙ وٺي آيو، جتي هُن پنهنجو هڪ ننڍڙو گهرڙو به ٺاهي ورتو هو. آڪيري مثل انهيءَ گهر ۾ اسان ڇهه ڀائر پنجن ڀينرن جي ساڻ سان کلندي کڏندي، وڙهندي پرچندي، اسڪول ويندي ۽ گسائيندي وڏا ٿياسين. سانگهڙ ۾ ڏهه ٻارنهن سال رهياسين، اُنهيءَ سموري عرصي دوران اسان کي ڪڏهن به ڪنهن به مرحلي تي اِهو احساس نه ٿيو ته اسان هتان جا مقامي رهاڪو ناهيون، سانگهڙ جيئن ته حُرن جي اڪثريت وارو شهر آهي، اِن ڪري اسان کي ڪين ويجهي کان ڏسڻ ۽ پرکڻ جو ڀرپور موقعو مليو، حُر ذات پات جي تضاد ۽ فرق کان گهڻا مٿانهان ٿين ٿا. سانگهڙ جو هڪ پورو نسل والد صاحب جو شاگرد ٿي رهيو آهي، انهيءَ ناتي حُر جماعت اسان جي خاندان کي هڪ استاد جي خاندان جي حيثيت سان گهڻي عزت ۽ تڪريم سان ڏسندي هُئي، سانگهڙ جي ماڻهن سان اسان جو ادب ۽ احترام وارو اُهو رستو اڃا به قائم آهي.

سانگهڙ ۾ پڙهڻ دوران مون کي ڪُجهه اهڙن استادن جي رهنمائي به حاصل رهي، جن کي سنڌي ٻولي، قوم ۽ پنهنجي ڌرتيءَ سان وڏو موهه هيو، اُنهن استادن جي تربيت ۽ تعليم مُنهنجي سوچ ۾ بنيادي تبديلي آندي، سائين محمد عُمر چنڙ، سائين محمد حسن ٻچاڻي، سائين غلام نبي مهر، سائين منير سولنگي، سائين الهه جُڙيو چاڪراڻي، سائين امام علي شاهه، سائين عبدالواحد لانڊر، سائين مير محمد ساند ۽ ڪُجهه ٻين استادن جي تعليم جا منهنجي ذات تي گهرا اثر مرتب ٿيا ۽ مان عام شاگردن وانگر اکرن جي جهنجهٽ ۽ چار ۾ ڦاسڻ بجاءِ اُنهن جي رُوح کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ اڳتي هلي پاڻ کي هڪ ليکڪ جي حيثيت ۾ دريافت ڪيو.

مون لکڻ جي شروعات ڪهاڻين سان ڪئي، اُنهيءَ جو سبب اِهو هو ته مُون اٺين، نائين درجي تائين سنڌ ۾ لکيون وينديڙ تقريباً سڀ ڪهاڻيون پڙهي ورتيون، ستر واري ڏهاڪي جي آخر تائين سنڌي توڙي اردو جو ڪو به اهڙو ڪهاڻيڪار يا افسانه نگار ڪونه هو، جنهن کي مون پڙهي پورو نه ڪيو هُجي. نراسيت توڙي انقلابي سوچ تي ٻڌل ديسي توڙي پرڏيهي ادب کي ٽن چئن سالن ۾ پڙهي پورو ڪيم. ٻن الڳ الڳ سوچن ۽ نظرين تي ٻڌل ادب جو مُنهنجي ذات تي هڪ جيترو ئي اثر ٿيو. اِهو اهڙو دور هو جڏهن ٻاروتڻ آڳر ڇڏائي مون کان پري ٿي بيٺو ۽ مون اڪيلي، حيران ۽ اُداس جوانيءَ

۾ پير پاتو. عُمر جو اِهو حصو اهڙو هُجي تو جڏهن ماڻهوءَ جو اختيار پنهنجي سوچ ۽ عمل مٿان گهٽو مضبوط نٿو رهي ۽ ان جي بگڙڻ جا موقعا چڱي بنجڻ جي مقابلي ۾ وڌي وڃن ٿا. مان مزاجاً آوارگي پسند ۽ قدري بي چيو نوجوان هوس، تعليم ۽ هم نصابي سرگرمين ۾ نمايان هجڻ جي باوجود منهنجو روزاني زندگيءَ جو معمول گهمڻ ڦرڻ، فلمون ڏسڻ ۽ رانديون رهڻ ڏي وڌيڪ مائل هو. اهوئي وقت هو، جڏهن منهنجي دوستي هِڪ اهڙي نوجوان سان ٿي جنهن جو نالو فقير عبدالقادر مهر هو، جنهن کي اڳتي هلي دنيا معصوم سانگهڙائيءَ ي نالي سان سڃاڻڻ لڳي.

معصوم سانگهڙائي، ڪمال جو ذهين، شعوري طور تي نهايت پختو ۽ انتهائي دِل آويز دوست هو، سندس صحبت جي اثر هيٺ، منهنجي ذات ۾ پلجندڙ منفي لاڙا ختم ٿيندا رهيا ۽ مان هڪ سنجيده ليکڪ جي صُورت ۾، سانگهڙ جي علمي ۽ ادبي حلقن ۾ سڃاپجڻ لڳس. معصوم سانگهڙائي جي دوستي ۾ رهندي مون سانگهڙ ۽ جهول ۾ ٿيندڙ ادبي سنگتن جي هفتيوار گڏجاڻين ۾ شرڪت ڪئي، جتي منهنجي ملاقات اسحاق مگريي، ساگر ناريجي، قلندر بخاري، عاشق سولنگي، بخشڻ مهراڻوي، ياد لغاري، ميوي خان موج، مير ضيغم ٽالپر، عاجزمنگي، عاجز اڄڻ، معصوم هالائي، بادل ٿري، آفتاب نظاماڻي ۽ سائين اله ورائي ڀهڻ صاحب جهڙن سنجيده اديبن سان ٿي، اُنهن گڏجاڻين دؤران هِڪ ڀرپور تنقيدي نشست جو پڻ اهتمام ڪيو ويندو هو. تنقيد جيئن ته بي رحم ۽ سخت ڪئي ويندي هُئي، اِن ڪري پهريون دفعو لکي ايندڙ اديب ٻيهر ڏسڻ ۾ گهٽ ايندا هُئا. سينئرُ دوستن ۾ هِڪ اهڙو دوست به هوندو هو جيڪو پنهنجي نرم لهجي ۽ سُلڇڻي سڀاءَ سان نوجوان لکندڙن جي حوصله افزائي ڪندو رهندو هو، هُن جي رهنمائي ۽ حوصله افزائيءَ جي بدولت سانگهڙ ۾ ادب جي شمع ڪڏهن جهيڻي ته ڪڏهن تيز آخر تائين ٻرندي رهي ۽ اُجهاڻي ڪڏهن به ڪانه. اُهو دوست سائين اله ورايو ڀهڻ کان علاوه ٻيو ڪير پئي ٿي سگهيو.

مُون، ڪهاڻين سان گڏ ڪچي ڦڪي شاعري ته ستين، اٺين درجي کان ئي شروع ڪري ڏني هُئي، پر اڳتي هلي اهڙو وقت به آيو جڏهن مون کي شعوري طور تي، ٻنهي صنفن مان ڪنهن به هِڪ صنف جي چونڊ ڪرڻي پيئي، ۽ پوءِ مون پنهنجي اظهار جو وسيلو شاعريءَ کي بنايو، جيڪو تادم جاري آهي.

مُون پوري چمار ۾ اهائي شاعري ڪئي آهي، جيڪا اوهان جي هٿن ۾ آهي، سال پر ۾ ڏهن پندرنهن اسمن کان وڌيڪ ناهيان لِکي سگهيو، ويهن پنجويهن سالن جو پورهيو، غزل، وائي ۽ نظم جي صُورت ۾ هن ڪتاب ۾ شامل ڪيو اٿم، گهٽو

ممڪن آهي تہ ڪُجهہ اسم گم ٿي وڃڻ سبب هن ڪتاب ۾ شامل ٿيڻ کان رهجي ويا هُجن، پر ان جو ڪو غم ڪونهي.

آخر ۾ مان غير رسمي لفظ استعمال ڪندي، سائين الهہ ورائي بھڻ جا ٿورا، دِل جي گهرايين سان مڃڻ چاهيندس، جنهن پنهنجي مصروف وقت مان ڪُجهہ لمحا ڪڍي منهنجي شاعريءَ کي نظر مان ڪڍيو ۽ اُن مٿان مهاڳ لِکي ڏيڻ جي تڪليف ڪئي. اِها منهنجي دِلي آرزو هئي، جنهن کي پورو ڪري سائين الهہ ورائي بھڻ، مونکي ۽ منهنجي شاعري کي مان ڏنو آهي. هِن ڪتاب جي ڇپائيءَ ۾ فني سهائتا لاءِ دوست راڻي ميگهواڙ جو سهڪار ساراهڻ جوڳو آهي، گڏوگڏ پنهنجن دوستن علي آڪاش، ادريس جتوئي ۽ حسن مجتبيٰ جي محبت بہ ياد رهندي، جن منهنجي شاعري تي ۽ مُون مٿان پنهنجا مختصر رايا ڏنا. اهڙي موقعي تي سنڌيڪا اڪيڊمي جي چيئرمين ۽ پنهنجي محُسن دوست، محترم نور احمد ميمڻ جا وڏ بہ سدا رهڻ جوڳا آهن، جنهن شاعري کي ڪتابي صورت ۾ آڻڻ واري، منهنجي ديرينہ خواب کي تعبير ڏني ۽ اُن جي ڇپائي جي مڙني مرحلن واري ذميواري اڪيلي سر نڀائي.

عزيز گوپانگ

10 ـ مهراڻ هومز،
سٽيزن ڪالوني، حيدرآباد سنڌ.

# مهاڳ

عزيزم ”عزيز گوپانگ“ جو اصرار آهي تہ سندس هن شعري مجموعي ”وصال جا آخري ڏينهن“ جو مهاڳ هر صورت آئون لکان. جڏهن تہ علمي طور آئون اهو ست نہ ٿو ساريان، ڇاڪاڻ جو منهنجو مطالعو، موجوده دور ۾ ٿيندڙ شاعريءَ بابت نهايت ڪمزور ۽ ناڪافي آهي.

”عزيز گوپانگ“ منهنجي سينئر سائين مرحوم ڊاڪٽر محمد صالح گوپانگ جو لاڏلو فرزند ارجمند آهي. سائين گوپانگ صاحب، اعليٰ قسم جو ادبي ذوق رکندڙ، ادب جو وسيع مطالعو رکندڙ ماهر تعليم ۽ هڪ مثالي استاد ٿي گذريو آهي. سندس آس اها هُئي تہ عزيز گوپانگ (حيدر بخش) ڊاڪٽر ٿئي. پر هن يار ان جي اُبتڙ وجي پنهنجي مَن- چاهي وات ورتي ۽ شعر و سخن جي دنيا کي وڃي آباد ڪيائين، اهو بہ اهڙيءَ ريت جو سندس هڪ غزل جي مصداق، ”دل جي حوالي ٿي وياسين. رستن تي ئي رلي وياسين“مطلب تہ شعر و سخن جي جهان جي سير و سياحت ۾ مصروف ٿي ويو. ظاهر آهي تہ شعر و سخن جي راهہ ۾ خيال يا جذبي جي ڪا حد يا سرحد نہ هوندي آهي نہ ڪو شاعر جي خوابن جو جهان ڪو محدود هوندو آهي. ساڳئي وقت شاعريءَ جي نصاب ۾ عشق جو عنوان يا مضمون مرڪزي حيثيت رکي ٿو، تنهنڪري رسمِ عشق نڀائڻ بہ ادي عزيزگوپانگ لاءِ وڏي اهميت رکي ٿي ۽ پوءِ ظاهر آهي تہ عشق و عاشقيءَ ۾ ڪاميابي، ناڪامي ۽ نيڪ نامي ڪا معنيٰ ڪونہ ٿيون رکن. هن راهہ ۾ تہ دل چريءَ جو چيو ڪرڻ آهي، جيڪو هيءُ دوست نهايتِ وفا سان ڪندو پئي رهيو آهي.

”عزيز گوپانگ،“ سانگهڙ ۾ شاگرديءَ جي زماني ۾، اسان جي پياري ”معصوم سانگهڙائيءَ“ جي سنگت ۽ سات ۾، خدا جي خلق کي غلاميءَ جي گهيري مان آجو ڪرائڻ جا خواب ڏسندو هو. معصوم سانگهڙائيءَ نهايت سُريلو سخنور هو ۽ پاڻ جهڙن مست ماڻهن جو سات ڪٽي هلندڙ هڪ ملوڪ ماڻهو. عزيز گوپانگ ان ست

جو ساٿاري هيو. هنن نوجوانن پنهنجي دل ۾ سنڌ ۽ سنڌيت جي رومانس کي پڻ رِوا رکيو. هاڻي عزيز گوپانگ ان ڳالهه تي سندرو ٻڌيو بيٺو آهي ته "وصال جا آخري ڏينهن" مٿان آئون ئي مهاڳ لکان. جڏهن ته عمر جي هن منزل تي زندگيءَ جون اڪثر وِچائون وساري چڪو آهيان. سوچ جو قلم سان ڪو رابطو به ناهي رهيو. ۽ زبان به هاڻي دل جي جذبن جي ترجماني ڪرڻ کان قاصر پئي ڏسجي. اهو به سچ آهي ته منهنجي شاعريءَ سان دلچسپي ضرور رهي آهي. پر آئون پنهنجي پاڻ کي ان قابل نه ٿو سمجهان ته ان محبوب موضوع سان هن وقت ڪو انصاف ڪري سگهان. شاعري هڪ شاعر جي من جي ڪائنات ۾ گونجندڙ، سمپورن سرن ۾ ڳاتل اهڙو ته مڌر گيت آهي، جيڪو هر انهيءَ ٻڌندڙ کي، جيڪو ديواني دل رکي ٿو موهت ۽ مست ڪريو جهومايو ڇڏي. شاعري لفظن ۽ خيالن جي اهڙي ته نازڪ و نفيس شيشه گري آهي، جنهن جي حسن کان انساني قلب و دل ضرور متاثر ٿئي ٿي ۽ شاعريءَ جي ذات سان ڪُلي طور انصاف ڪندڙ شاعر/ انسان، بلاشڪ ته هڪ مٿانهين منصب جو حقدار آهي. شاعريءَ ۾ خيالن جو پرهجوم قافلو، منزل درمنزل نه ختم ٿيندڙ صحرائن ۾ روان دوان رهندو آهي. انساني ذهن جي لامحدود وسعتن ۾ ان قافلي کي بنا ساهي پٽڻ جي پٽڪڻو آهي، جتي شايد وصل جو ڪو نخلستان به نه هجي!

هاڻ هن ايڪيهين صديءَ ۾، اسان جو هيءُ سماج تاريخ جي چوواٽي تي پنڊپاهڻ تي بيهي رهيو آهي. موهن جي دڙي جي خوابن جي چار ۾ تنگيل هيءُ سماج ڪنهن به مثبت تبديليءَ کي اپنائڻ يا قبول ڪرڻ لاءِ تيار ڪونه ٿو ڏسجي. ڇو ته هن دور جو سامري جادوگر درجي بدرجي هن سماج کي، انساني تاريخ جي تسليم شده قدرن جي برخلاف، ڪنهن ٻي ماديت جي منزل ڏانهن هڪليندو پيو وڃي. انهي سامري جادوگر هن ملڪ جي ماڻهن ۾ "جرم جا فصل" (Crops of Crime) پوکي ڇڏيا آهن، هي واقعي ڪائي ۽ ڪَچَ جو دور آهي. هاڻي سچ آچڻ جي خوبي ۽ همت تمام ٿورن انسانن ۾ وڃي باقي بچي آهي. ڪمرشل ازم جي بين الاقوامي طاقت ۽ تحريڪ نه رڳو انساني قدر ۽ قاعدا، اونداهي غارن حوالي ڪري ڇڏيا آهن پر انهن سان واسطو ويچارن ٻولن ۽ لفظن کان اُنهن جي حرمت ۽ آبرو پڻ ڦري ورتي آهي. مقدس معنائن جا امين لفظ پنهنجيون معنائون تبديل ڪندا ٿا وڃن. انهن پويتر لفظن مٿان ٻهريل معنائن جا لباس ۽ لبادا ليڙون ليڙون ڪيا پيا وڃن. اڄ سچ، آزادي انصاف ۽ انقلاب جهڙن لفظن کي ادب جي جهان مان ڏيهه نيڪالي ملندي پئي وڃي. اهي لفظ هاڻي T.V جي اشتهارن لاءِ مخصوص ٿي چڪا آهن. لفظ انقلاب هاڻي I.T Revolution

لاءِ مخصوص ٿي چڪو آهي.

تمام ٿورڙن ماڻهن کي ڄاڻ آهي ته، جارج اورويل (George Orwell) جي "1984" ناول ۾ ايجاد ڪيل "لغت هاڻي دنيا جي ٻولين ۾ رائج ٿيندي پئي وڃي جنهن جي پنيان جديد ڊڪٽيٽرشپ هلائيندڙ حاڪمن جي پلاننگ سان گڏ ملٽي نيشنل ڪمپنين جو ڪلچر پڻ موجود آهي. هاڻي وڏي چالاڪيءَ سان، لفظن کان معنيٰ ڦرجندي پئي وڃي. اسان جي سوچ کي بيحسيءَ ۾ تبديل ڪيو پيو وڃي. هاڻي اسين "مفت بازار" لفظ کي بنا سوچڻ جي قبول ڪري ٿا وٺون، اهو ڪونه ٿا سوچيون ته پلا بازار به ڪا مفت ٿي سگهي ٿي ڇا؟ اسين لفظ Dry Port يعني: "خشڪ بندر" جو لفظ پڻ ائين هَضم ڪري ٿا وڃون بنا اهو سوچڻ جي ته پلا "بندر" ڪيئن خشڪ ٿي سگهي ٿو. لفظ "آزاديءَ" جو استعمال هاڻي موبائيل فون ڪمپنيءَ جو اشتهار ٿي پيو آهي. جَنهن ۾ چوندا آهن ته "نهايت آزاديءَ سان، سڄي رات ڳالهايو! اها ڪهڙي آزادي آهي؟ انساني آزادي واري معنيٰ رکندڙ لفظ کي، هاڻ ملٽي نيشنل ڪمپني اسان کان تڳائي چڪي آهي. امريڪا جي ايئرفورس جو نعرو آهي "Peace" يعني امن، پر اسان ڏٺو ته تازو عراق ۽ افغانستان ۾ امريڪا جي ايئرفورس ڪيئن نه امن جا "ڊيزي ڪٽر" باهه لڳائيندڙ بم برسائي انسانن کي قتل ڪيو ۽ شهرن جا شهر برباد ڪيا.

اسان جي سنڌ جا سياستدان Politics Without economics پيا ڪن. انهن کي لاهور جي سامري جادوگرن اهڙو ته "Conditioned" ڪري رکيو آهي جو ڇا به هُجي پر "حُڪم حاڪم سندو مجبو" سندن محبوب سياسي عمل ٿي پيو آهي. سنڌ جي ٻيٽن کي وڪرو ڪرڻ ۾ اسان ڪو به حجاب محسوس ڪونه ٿا ڪريون. اسان جا رهبر و رهنما واري واري سان اقتدار ۾ اچن ٿا ۽ "وطني فروختند، چه ارزان فروختند" جي مصداق، وفا فروشي ڪندي نظر اچن ٿا.

اسان جي سنڌي سماج جو صنعتي پيداوار ۾ ڪو به حصو ڪونهي. اسان جي سماج جا اهم ماڻهو ڪارخانه ۽ صنعتون لڳائڻ بدران، قبائلي جهيڙن جا ٿيٽر چالو ڪيو وينا آهن. ڌاڙا ۽ اغوائون هڪ قسم جو مستقل ڌنڌو بنجي پيا آهن. اسان جو سماج خالصتاً هڪ (Consumers Society) بنجي ويو آهي. هنن اسان لاءِ (Food Streets) سجائي رکيون آهن، جتي اسين وڏي شوق سان پنهنجا دهلن جهڙا شڪم پريون ٿا.

ان وقت اسان کي اهو ياد ڪونه ٿو اچي ته هن ملڪ جا 5-6 ڪروڙ انسان انگ اگهاڙا، غربت جا ماريل پيٽ بکيا، مناسب اجهي کانسواءِ گذر ٿا ڪن. انهن کي

گنرن جهڙو پاڻي پيئڻ لاءِ ميسر آهي، پر شهرن ۾ ڏسو تہ منڪڊانلڊ برگر، ڪنٽڪي فرائيڊ چڪن، ڪولا ۽ آئسڪريم جي ريسٽوران ۾ ماڻهن جي رش لڳي پئي آهي. سندن محبوب مشغلو آهي تہ کائو پيئو، موج ڪريو، ۽ موبائيل فون تي آزاديءَ سان ڳالهايو!

هيءَ اهو سماج آهي، جنهن وٽان نيڪي، ڀلائي ۽ رحم دليءَ جهڙيون عظيم انساني خصلتون موڪلائي چڪيون آهن. پوري ملڪ ۾ جرم جا فصل پوکيا پيا وڃن. رشوت ۽ جرم هن سماج جي ڪلچر جو تعارف بنجي ويو آهي، جتي نهايت هٺ ڌرمي ۽ نهايت بي شرميءَ سان وڏا ۽ مهاراشي، "رشوت خلاف جهاد" جهڙن جلوسن جي اڳواڻي ڪن ٿا ۽ خلق انهن جي پويان بغير ڪنهن چون چرا جي ڪنڌ جهڪايو هلي پئي. خودڪش بمبارن جي هن دور ۾ دل جي نگاهہ سان ڏسجي ٿو تہ اسان جو ڪوڪلو سماج مڪاريءَ جي وڏي محشر ۾ ماتم ڪنان آهي. هتي نقلي خدائن جي هجوم اندر، اسان کي پنهنجو اصلي خدا سڃاڻڻ جو هوش بہ ناهي رهيو.

اهڙي مصيبت ۽ مصائب جي دور ۾، مرندڙ دريائن جو نوحوڪير لکي؟ اهي ناريون جن کي سندن عصمتن کان محروم ڪيو ويو انهن جو آلاپون ڪير اوساري؟

هو جيڪي جوڌا جوان اسان جي آئيندي جو آسرو هُئا، تن کي ڪوهہ ندا جي غارن ۾ گم ڪيو پيو وڃي، اهڙي بدنصيب دور ۾ جڏهن، ماڻهن جي قلب جون آرسيون ڏنڊلائجي ويون آهن، انهن ۾ نئين خيال جي تجليءَ کي موت ڏيڻ جي ڏات ناهي رهي. اهڙي دور ۾ ويچارو شاعر ڇا ڪري؟ ڪنهن سان ڪيئن مخاطب ٿئي. اهو هن دور جي شاعر جو وڏو امتحان آهي. اهو امتحان جيئن پوءِ تيئن هڪ شاعر لاءِ چئلينج اختيار ڪري ويندو ڇاڪاڻ تہ 21. صديءَ جي اظهار جا آهنگ اهي نہ رهندا جيڪي ماضيءَ ۾ هُئا. ساڳئي طرح موسمِ گل جي جنون جون حدون ۽ سرحدون پڻ بدلجي وينديون، گڏوگڏ عشق جا انداز، آفنون، لطف ۽ لطافتون پڻ هڪ نئون انداز اختيار ڪنديون. اهي سڀ اشارا ۽ ڪنايا ايندڙ انساني سماج لاءِ آهن. ڇو تہ شاعر جيڪو ڪجهہ لکي ٿو تہ اهو يا تہ انساني سماج بابت آهي يا انساني سماج جي (هدايت) لاءِ هوندو آهي.

هاڻي اچون ٿا عزيز گوپانگ جي شعري مجموعي "وصال جا آخري ڏينهن" تي. سندس هن مجموعي ڪلام ۾ نظم/آزاد نظم جو پاڳو گوناگون عنوانن تي مشتمل آهي. جنهن ۾ "منهنجي مِني امان" جهڙن نظمن کان وٺي، "عراق" جهڙا نظم متاثر ڪندڙ ۽ دل کي ڇهندڙ آهن. عزيز جو نظم "جوانيءَ جو نوحو"

جواني مهمان هُئي اسان جي -
حسن اوهان جو ميزبان هو
سندس عاشقانہ انداز جو پيارو اظهار آهي.

عزيز جي هن مجموعي ۾ ”غزل“ جو حصو بہ پڙهندڙن لاءِ ڏاڍو پرڪشش آهي. شعر جو لطف دراصل لفظن ۾ بيان ڪرڻ تمام مشڪل هوندو آهي. هر انوکي ۽ نرالي شعر کي هڪ نئين سيبائيندڙ سگند سان تشبيهہ ڏئي سگهجي ٿي جنهن کي دل جي ساهن ۾ محسوس ڪري پوءِ محظوظ ٿي سگهجي ٿو. عزيز جا اڪثر غزل واقعي ”غزل“ جي مصداق دل جي صحرائن ۾ هرڻن جيان خيالن جا چال ڏئي پيا ڊوڙن. مثال طور سندس غزل:

صياد ڪئي ستم گري ڪتي آهي،
چاڪِ گريبان، رفوگري ڪتي آهي.

●

زماني مٿان عشق جو بار ايڏو بہ نہ هيو،
بي وفا اسان جو دلدار ايڏو بہ نہ هيو.

●

پاڻ مٿان ائين ستمگري نہ ڪر،
پٿرن جي شهر ۾ شيشہ گري نہ ڪر.

●

دل جي حوالي ٿي وياسين،
رستن تي ئي رُلي وياسين!

●

قصا ختم اسباب ختم،
پيار جا سمورا باب ختم.

●

اي، خزان ايڏي مهربان نہ ٿي،
گل سان دست و گريبان نہ ٿي

عزيز جا مٿيان مڙئي نظم ۽ غزل شاعريءَ جا دلپذير نمونا آهن، جن کي اميد آهي تہ ”بين مصائب، فني“ کي نظر انداز ڪندي، اسان جا ناقد نهايت قدر جي نگاهہ سان ڏسندا. منهنجي دعا آهي تہ عزيز گوپانگ جيڪو دشتِ جنون جي قافلي ۾ هلي پيو. ايندڙ منزل تي پڻ شاعريءَ جي چمن جي وڏيڪ آبياري ڪندو.

فقط

**الهہ ورايو ڀٽ**

جهول، ضلع سانگهڙ

اچو تہ زندگيءَ جو سامان هٿ ڪريون،
ڪنهن ساقيءَ وٽان ايمان هٿ ڪريون.

مسيحا ڪي جو پتہ خبر، ان ڪان اڳ ۾،
قاتل ڪان درد جو درمان هٿ ڪريون.

ٻُڌو آ تہ هُو ماري ڇانوَ ۾ ٿو ڦٿو ڪري،
پاڻ بہ ڇو نہ اهڙو ڪو مهربان هٿ ڪريون.

پيرن هيٺان نڪري ٿنهن زمين ڪان چڱو،
جو مٿي تي ڪِري سو آسمان هٿ ڪريون.

رفو گريءَ جا دڪان جو کُليا هن شهر ۾،
پاڻ بہ نئون هلي ڪو گريبان هٿ ڪريون.

زندگيءَ جي تتي تڏي ٿڪايو آهي ڏاڍو،
موت جو ڇو نہ هاڻي سائبان هٿ ڪريون.

چهرو چانڊني آهي جنهن گُلاب جو،
خوابن جهڙو اُن لاءِ گُلدان هٿ ڪريون.



اقرار ۾ انڪار ۾ مُنجهي پياسين،
يار تنهنجي پيار ۾ مُنجهي پياسين.

عدم ۾ هئاسين تہ آزاد هئاسين،
زندگيءَ جي چار ۾ مُنجهي پياسين.

هُن ڳوٺ جا وِشال رستا ڇڏي،
هِن شهر جي بازار ۾ مُنجهي پياسين.

گُلن جي چوندِ آهي پريشان ڪيو،
پريل هن بهار ۾ مُنجهي پياسين.

بيقراريءَ ۾ هئي آرزو قرار جي،
قرار مليو تہ قرار ۾ مُنجهي پياسين.

خيال جي گمان جي دنيا مان نڪري،
'عزيز' هن سنسار ۾ مُنجهي پياسين.



پيار جو اڄ پئمانو پڪو ڪر،
تون نهار ۾ نذرانو پڪو ڪر.

هوا ۾ هٿ ڇا تنهنجو سنڌو تيندو!
دِل منهنجيءَ مٿان نشانو پَڪو ڪر.

نه اچڻ جا مُون وٽ اسباب نه ڳول،
موتِ جيان تون به، بهانو پڪو ڪر.

ڏنڊ ڏوهه دڙڪي مان ڇا ورنديءِ!
حياتي وٽ ۾ جرمانو پڪو ڪر.

يا ته طوفان سان رک دوستي 'عزيز'،
يا ته دِل جو تُون آشيانو پڪو ڪر.



جڳ واسطي هِن جهان واسطي،
پيار ضروري آهي ايمان واسطي.

اسان تو لاءِ ٻڌياسين، سنگ راهہ سَکي،
ءِ تو آهي تَڪيو، آسمان واسطي!

تنهنجي محل جو قانون بہ عجب آهي،
در نہ کُليو ڪڏهن دربان واسطي.

هُئي تعذير مون تي، مفتي شهر جي هنئي،
قتل طوفان جو ڪيو مون شمعدان واسطي.

گل ڇا تہ پوکيو، ڪاري تِر جو خُدا!
ڳاڙهي ڳل تنهنجي گلدان واسطي!

هت اسان بہ ڪوليو، وکر ڳولي رکيو،
تير گهڻا تِڪا، تنهنجي ڪمان واسطي.

تنهن دنيا منجهہ رهي ڪبو ڇا 'عزيز'،
جيڪا دنيا ناهي انسان واسطي.



اي دل! هاڻ تون مسافري ڇڏي ڏي،
هر پيري عشق ڪرڻ آخري ڇڏي ڏي.

هي شهر آهي سمورو چاڪِ گريبان،
غريب شهر ۾ تون گداگري ڇڏي ڏي.

جن درن تي آهن لڳل تالا سدائين،
تن درن تي پرڻ حاضري ڇڏي ڏي.

حسن کي رلڻ جو سيکاري سبق اڄ،
اڄ کان عشق تون دربدري ڇڏي ڏي.

ڏکن جو ساٿ آهي انوکو ۽ عجيب،
سُکن جي صحبت آهي بري ڇڏي ڏي.

واري تي لکڻ نالا گلن جا "عزيز"،
۽ پٿرن جي پيارا ثناگري ڇڏي ڏي.



پکي جيئن کو آکيري ۾ لڌي،
من تو پنهنجو نظاري ۾ لڌي.

سُونهن تنهنجي ٻُڌ! ويندي ٻُڏي،
درياهہ پيو تو کناري ۾ لڌي.

تنهنجي خيال ۾ ائين ٿي دِل جهومي،
پارچڻ ڪنهن هندوري ۾ لڌي.

سَتارو تو جرڪي تنهنجي ماٿي تي،
۽ ڪائنات پئي ٿي ستاري ۾ لڌي.

عشق آهي پنهنجي سيني منجهہ لرزان،
۽ رات خاموش ٿي اشاري ۾ لڌي.



گهٽو ٿيو اي دِل! هاڻ جلڻ ڇڏي ڏي،
بي دِل جي درد تي رُئڻ ڇڏي ڏي.

جنهن شهر ۾ گلن جا ٽا ڪفن وڪامجن،
تنهن شهر ۾ وڏيڪ رهڻ ڇڏي ڏي.

عشق تو چئي ته نه پوئتي هٽجان،
حسن تو چئي اڳتي وڌڻ ڇڏي ڏي.

جاڳ ۾ هُن لئه تُون سپنا نه جوڙ،
۽ خواب ۾ هُن سان ملڻ ڇڏي ڏي.

ملڻ ڇڏي ڏيان هن سان، ٺيڪ آهي،
ڇا ڪريان جو چوي ته "ڏسڻ ڇڏي ڏي".

هُن جي دِل ڪي به ميڻ نه ڪري سگهيا،
شعر هاڻ تون "عزيز" لکڻ ڇڏي ڏي.



افسوس جي تہ انتها تي ويئي!
نگاهہ تنهنجي نا آشنا تي ويئي!

مکڙي، گل، ۽ پوءِ گلزار،
چا هئي، چا مان، چا تي ويئي!

هو گهر کان نڪتي شايد هوندي،
خوشگوار تڏهن آبهوا تي ويئي!

هن بهار کي گلاب آهي لکيو،
ها! قلم منهنجي کان خطا تي ويئي.

اڇو وار ڏسي چڳ ۾ اوچتو،
آرسيءَ کان گهڻو خفا تي ويئي!

مرڻ تي پهتس مان جڏهن "عزيز"،
عشق جي تڏهن ابتدا تي ويئي!



اکـڙيـن جي سَدا آڌار ڳُڌري،
حياتي نہ پنهنجي بار ڳڌري.

پاڙو سـڄو مـهـڪِي اُٿـيـو،
هوءِ جا هٿـان هڪ بـار ڳڌري.

دِل ٿـوڙي ٿـا اسـان کـان پُڇو،
"دِل تـي ڇا دلـدار ڳـڌري؟"

تـوسـان ڳـڏ رَهيـو آ زمـانـو،
پـنهـنجي تہ آهي ڏار ڳُڌري.

جذبـن جو تـيـو قـتـلِ عـام،
ڇا تـہ عـجب بَهـار ڳـڌري.

جيـڪـا اسان تي قيـامت رات!
اوهـان جي ڪـيئن سرڪـار ڳذري؟



هُيو گُم تو ۾ گهر ۽ شهر هر ڪوئي،
مان ڪِٿي اڪيلو! دربَدر هر ڪوئي.

تُنهنجو ڪِلڻ تو پٺي ملڻ مهانگو اسان کي،
اُلاري ٿو اسان مَٿان پَٿر هَر ڪوئي.

تُون جو شوق مان هُئينءَ ٿي ساقي ڪالهه،
مَٿ سمجهي پي ويو هو زهر هر ڪوئي.

ڪالهه جو ڪانءِ نڪتي هُئينءَ تون بازر ۾،
ويو هو موٽِي اُداس پنهنجي گهر هَر ڪوئي.

آهي حوصلو مَرڻ جو تُنهنجي ئي 'عزيز' ۾،
اهڙو رکي ٿو ڪٿي جگر هر ڪوئي!



شوقِ آوارگي ۽ هي تنهائي،
زندگي سجائي نہ اجائي!

بانوريءَ مٽان ڪهڙو بانور!
هينئر پنهنجي، هينئر پَرائي.

وڄ وانگي آهي ساڙي ويئي،
بَدن کي اڄ ڪا انگڙائي.

پيار پنهنجو پڌرو ٿيندو،
اکين ۾ آرس لهي آئي.

ڪيڏا نہ ٿهي ورياسين پاڻ ۾،
ياد، ماضي، مان ۽ تنهائي!



نہ همدرد نہ ڪوئي غمخوار اسان جو،
غم ئي تہ آهي بس غمگسار اسان جو.

اسان تا آزمايون، حوصلو هن دِل جو،
۽ اوهان تا آزمايو پيار اسان جو.

پاڻ مِر هڪڙي آ ڳالهہ هڪجهڙي،
جو تنهنجو سوئي پروردگار اسان جو.

پاڻ ٻنهي ۽ جي گهر جي وچ تي،
جو مفاصلو سوئي سنسار اسان جو!

تصويرون ديوارن تي تنگي هُن جون،
هلڻ ڪيو آ ڪنهن دشوار اسان جو.

"عزيز" ڪان وڏيڪ نہ اهل دِل ڪو ٻيو،
گُلن چيو هو ڏسي دلدار اسان جو.



يـاد اچي ٿي لـيــڪـن،
دُور رَهي ٿي لـيــڪـن!

ڇُهڻ چاهيـان ڪـيس،
هُو ڀڄي ٿي لـيـــڪـن!

رنگ نـہ هُن جو ڪوئي،
پوپٽ لڳي ٿي ليـڪن!

سُتل تـوٽي وئـشـيـا،
پـايل نـچي ٿي ليـڪـن!

پـيـار ڪري ٿي ڪانہ،
لِڪي ڏِسي ٿي ليڪن!

اچي تـہ جيـاري ٿـي ءِ،
وِجي ماري ٿي ليـڪـن!



تـوكـي وڃايـو اسـان،
ڏاڍو پـڇتـايـو اسـان.

هُو رُنـا تـہ، نـيـڻـين،
مـينهـن وسـايو اسـان.

ايـــــڏو ڇا لاءِ دل؟
آهي گـهـبـرايـو اسـان!

لُڙڪـن جو نيـڻـن کـي،
لبـاس پـارايـو اسـان.

ها! مري اڄ "عزيز"،
پـريـن پـرچـايـو اسـان.



جَذبو اسان کي ڪُومل گهُرجي،
تنها ڪوئي جهنگل گهرجي.

مون کي گهُرجين تي تون ۽،
تر کي تو بادل گهرجي.

اُداس آهي ڪينجهر اَڄ،
ڪينجهر کي پي ڪنول گهرجي.

دِل آهي اڪيلي اسان جي،
دِل کي دوست! دِل گهرجي.

توکي ڪپي تو حجاب ۽،
حجاب کي تو آنچل گهرجي.

ڪنهن کي ڪپن بَدن جا ڪنارا،
ڪنهن کي هتي ساحل گهرجي.



هوءَ بنجي شاعري ويندي،
منهنجي تي ڪمزوري ويندي.

ڏينهدي اوچاڳا ئي اوچاڳا،
ڪٽي ننڊ سموري ويندي.

ڦول هيا سڀ محو خيال،
وڇڙي اڄ ڪستوري ويندي.

ايندي اُڏري اُڏري تو وٽ،
ٽلجي هر مجبوري ويندي.

ملندا ملڪين ملڪ محبوب،
وڇوڙو ويندو، دوري ويندي.

گردن جي گلابي لهوءَ سان،
رنگجي اڄ سوري ويندي.



زندگي معنيٰ رکي ٿي،
خواب سُهانا رکي ٿي.

هڪڙي سياڻي ڇوڪري،
دوست ديوانا رکي ٿي.

گُل ڀوئنرا رکي ٿو،
شمع پروانا رکي ٿي.

اکين کي آهن لُڙڪ،
ياد ويرانا رکي ٿي.

نيڻ رکن ٿا خواب،
جان، جانان رکي ٿي.



هُوءَ يـاد آئـي ۽ بـس.
مـان، تـنـهـائي ۽ بس.

ايـتـروئـي يـاد رهيـو،
هُني شـرمـائي ۽ بس.

تـو بنان جا گُذاريسين،
حـيـاتي اجائي ۽ بَس،

زندگي تـي مـوكلايو،
هُوءَ تـي آئـي ۽ بـس.

پَل پَل جـو هـو سـاٿ،
پـوءِ جُدائـي ۽ بَس.

سوچ، احساس، خواب،
پنهنجي كمائي ۽ بس.



پڇي راس تيل هُوءِ فصل وانگي،
پاڻ ڇٽيل جڻ ڪنهن گُل وانگي.

پنهنجون سڏون هيون سَسُئيءَ جيان،
هُن جو ضد هُيو جبل وانگي!

من پنهنجو اُڪنڊيو ڇاڇري جهڙو،
تون وڃين ٿي گذرندي بادل وانگي.

پنهنجو من هيو زخمي پيرن سمان،
۽ هُوءَ وڃندي رهي پايل وانگي.

هر قدم راهه ۾ وڃڙندا رهياسين،
تون پراسرار گهاٽي جهنگل وانگي.

دِل اسان جي ڪنهن لهر جهڙي،
وجود اوهان جو آهي ساحل وانگي.



جا ڀي رُت بهاري هُئي،
مون لئه چڻ اُڌاري هُئي.

روشن هُيا سارا سپنا،
ڪاري رات نه ڪاري هُئي.

خواب ڏياري ويا ها ياد،
تنهنجي مُنهنجي ياري هُئي!

مان ئي ميرو گدلو بَس،
هُوءَ ئي راج ڪماري هُئي.

توئي مونکي سيکاريو آهي،
دِل به پنهنجي ڏاري هُئي.

تو سان ملڻ جا ها سانپاها،
مَن ۾ تڙي ڦلواري هُئي.



صيـــاد ڪـتـي! سِتـم گـري ڪـتـي آهـي؟
چاڪ گـريـبـان ۾ رفـوگـري ڪـتـي آهـي؟

ڪِتـي ويـئـي رهـجي، مـن جي بـي چيـنـي،
بـي پـرواهـي، بـي خبـــري ڪِتـي آهـي؟

مـئـڪـدي ۾ تـي لـهـي وحـي وجدان جي،
شـيخ! اڄ تـنـهـنجي پـيـغمـبري ڪـتـي آهـي؟

چاهـ چريـو اڄ بـہ تـــو پـنـهـنجو تـڙپـي،
ڏور اسـان جي سـاهـ جي تـنـي ڪـتـي آهـي؟

پاڻ ڪـان تہ وياسين وسري ڪـڏهوڪـو 'عـزيز'،
ملاقـات پر هُن سان پـهرين وسري ڪـتـي آهـي؟



مري وڃجي هُن لاءِ، پيار ايڏو بہ نہ هو،
هو پَر اُن جو، انتظار ايڏو بہ نہ هو!

هُو ٻُڌي حالِ دِل مُنهنجي تي پَوي،
اثرائتو منهنجو اظهار، ايڏو بہ نہ هو!

مُنهنجي ٻُڏڻ لاءِ تيو آ ڪافي ثابت،
توڙي جو لڙڪ بيڪنار ايڏو بہ نہ هو!

تنهنجي ياد ڪان غافل تي لِکي وڃان،
ڪشادو هي سنسار ايڏو بہ نہ هو!

دِل هُن ڪي ڏيئي وري پُڇا بہ نہ ڪَجي،
دلبر هو، پر دلدار ايڏو بہ نہ هو!



زمانـي مَتـان عـشق جو بـار ايـڏو بـہ نـہ هُيـو،
بـيــوفــا اســان جو دلـدار ايـڏو بـہ نـہ هُيــو.

جيــڏِي تــي لُڏي لــمـي ۽ ڙِڙي هِي دُنــيــا،
ڪالهہ اسـان ڪي ڪو خمـار ايـڏو بہ نہ هُيـو.

هُيا مَحـفل ۾ مَحـو گفـتگو سرشـار قـاتـل،
ويـو مـري ڇا لاءِ؟ هُو بيـمـار ايـڏو بـہ نـہ هُيـو.

هُيون سـختيون سَنيـون جيڏيون سَسَي ڪالهہ،
پُنهـون جو سـاٿـس پيـار ايـڏو بـہ نـہ هُيـو.

مــيـون تــا ســزا اوهـانـجي بَر حـق هُئـي پَر،
مـيجو تـہ "عـزيز" گنـهگار ايڏو بـہ نـہ هُيـو.



هُوءَ وِچڙي ۾ زندگي لرزي اُٿي،
مقتل مهڪيو ۽ ڌرتي لرزي اُٿي.

چپن جي چائنٺ تي آهي باهه پڙڪي،
ڇهاءَ لرزيو ۽ چُمي لرزي اُٿي.

هِجر جون وَسعتون وڌنديون رهيون،
بند ڪپڙن ۾ جَواني لرزي اُٿي.

ڪاريءَ جي ڪفن ۾ ٿيو دفن سماج،
وقت رُنو ۽ وستي لرزي اُٿي.

پيار جي راهه ۾ ٿيا ڪاوا آهن اُيا،
سُونهن تڙپي ۽ عاشقي لرزي اُٿي.

بسنت رُت ۾ آهي ڪو واعدو ٽٽو،
ڏور ڏسائن ۾ چاندني لرزي اُٿي.



دِل جي حوالي تي وياسين،
رَستن تي ٿي رُلي وياسين.

بَد ذوق جي اَچڻ تي اسان،
مٿي خاني مان اُٿي وياسين.

ماٺهن ڏٺو پٺي ۾ هتي پاڻ،
مُرڪندي ئي مَري وياسين.

رقيب ٿيو ڪيڏو پريشان هُيو،
وار ڪيئن سندس سَهي وياسين!

شهر سَمورو سُتل هُيو جڏهن،
سوليءَ تي تڏهن چڙهي وياسين.

اسان اُٿياسين ته هُن محفل مِر،
سَڀ ويٺا رهيا، رونق کڻي وياسين.



وينئي هُئي لَئجي دِل، درد جي بار سان،
جِي اُتي نئين سِر، تُنهنجي پڪار سان.

ڪاٻه زنجير نٿي هُن کي روڪي سَگهي،
تِي وچڙي الجهي ساهه جي تار سان.

خيالِ يار ۾ تي رهي مبتلا جانِ جانان،
مَحوِ گفتگو تِي رهي بهار سان.

تِي لُٽي خودسَرِدلين جا فصل ڪيئي،
ڇا سروڪار آهي هُن جو پيار سان؟

ياد يار جي آهي يا ڪو سَڏ عدم جو،
سلسلا تي توڙي سَڀ سنسار سان.

بي سَبب تي جهيڙي اسان سان سَرِ شام،
مروت ڪري نٿي دِل گنگهار سان.

پر تي غم وڏيڪ وٺي آيا آهيون،
اڄ اوچتو جو مليا سين يادِ يار سان.



حَق اسان جو ڳلن تي اوهان جي،
بهار لٿي بَدن تي اوهان جي.

اسان تي لَٿا الهام عشق جا،
بعيت ڪئي سين هٿن تي اوهان جي.

ٿيون موسمون لهن رخسارن مٿان،
ٿا ڦول ٽڙن چپن تي اوهان جي.

ڪاڪُل آواره کي سمجهائي ڇڏيو،
چگو ناهي ڀَهرو ڳلن تي اوهان جي.

عشق جو هو فصل ڪالهه لاباري ۾،
دليون پنهه لُٽيون رستن تي اوهان جي.

ڪٿي ڪاسهء گداگري سدا "عزيز"،
ڳوليوسين پاڻ کي درن تي اوهان جي.



زندگي هي عذاب آهي،
ديوانـي جو خواب آهي.

تو هٿ منهنجو روڪي چيو،
"اها ڳالهہ خراب آهي."

ماڻهن تنهنجو نانوَ پڇيو،
مون چيو "گلاب آهي".

هڪڙي گهر ۾ چنڊ ڪڙيو،
پاڙي منجهہ اضطراب آهي.

هٿ منهنجا هِن رُلي ويا،
بدن تنهنجو سراب آهي.



اوهان جي اسان کان پرده داري هُئي،
رند جي مئہ کان پرهيز گاري هُئي!

ڏکڻ جي هير متان ٿيا سوار سيپني،
گُلن جي اڄ ڪيڏانهن تياري هُئي؟

خواهشون پنهنجيون پوئترن جيان پُليون،
بَدن هو تُنهنجو يا ڪا ڦلواري هُئي.

حَڪيمن جُون ڦَڪيون ٿيون ڦِڪيون آخر،
عشق جي اسان وٽ بيماري هُئي.

ويئي لُٽجي ڪَسجي جَواني جڏهن،
سِڪي پوءِ اسان دنياداري هُئي.

هي دِل ڪٿان تُون وٺي آئين "عزيز"؟
ڏک هُيو ۽ جَنهن ۾ عزاداري هُئي.



ڇٽيل پن ۾ جيڪا ٿڪاڻ آهي،
اهائي تہ پنهنجي سُڃاڻ آهي!

تون جي ناهين تہ ڇا ٿي پيو؟
ياد اوهانجي تہ ساڻ آهي.

دِل شيشي ۾ ڇا جو شور؟
هي ڪهڙي ڇڪتاڻ آهي؟

لهندڙ سج آهي هيڊو، ۽،
مرندڙ مُک تي لالاڻ آهي.

توکي ئي ٿا سڃاڻون بس،
مختصر پنهنجي ڄاڻ آهي.

ياد اوهان جيءَ جو پاتو پاڻ،
شام سَرمئي جو پهراڻ آهي.



هِجر، وصل نہ پريشاني رهي ٿي،
اڄڪلهہ مهربان نہ زندگاني رهي ٿي.

اوهان جو اڱڻ ٿو رهي روشن سدائين،
ٻُڌو آهي اوهان وٽ چانڊني رهي ٿي!

احساس نہ ڪوئي ذوق لطافت جن کي،
اوهان جي انهن مٿان ئي مهرباني رهي ٿي.

جنهن دل ۾ سڪي تون نٿي پٽي رهين،
تنهن دل منجهہ سدا ويراني رهي ٿي.

ڪاروبارِ عشق اڄ بہ آهي زورن تي مگر،
چون ٿا تہ شهر ۾ پر گِراني رهي ٿي.

رازجيان ٿي ٿئي افشان آهستي اسان مٿان،
پريشاني ٿوري، گهڻي حيراني رهي ٿي.



قصا ختم اسباب ختم،
پيار جا سمورا باب ختم.

اکين مان پي وتبو ساقي،
ڇا ٿيو! جي ٿيو شراب ختم.

جيسين هُن جي پاڙي ۾ آهيان،
تيندا ڪين عذاب ختم.

دِل ڪان ڇا جي لئہ آڏي پُڇا،
دِل ڪان ٿيا سڀ جواب ختم.

اسان جون سَڀ نيڪيون ٻُڏيون،
اسان جا سڀ ثواب ختم.

پيار جي ٿي آ سوڀ سڪي،
رقيب خانہء خراب ختم.



پاڻ مستان ائين نہ ستمگري ڪر،
پٿرن جي شهر ۾ نہ شيشہ گري ڪر.

دِل ڪان دِل جو ڪم وٺ اي شيخ!
ڪڏهن ڪڏهن تون بہ دلبري ڪر.

تِي جوڙين تتل دِلين جُون تارون،
ڪنهن چيو توکي تہ ڪيمياگري ڪر؟

ويا پتڪي قافلا عشاق جا آهن،
سُونهن پنهنجيءَ سان تون رهبري ڪر.

خطن جو درد تو لهندو وجي پَرن ۾،
ڪبوتر! اهڙي نہ تون پيامبري ڪر.

خزان کي چئو تہ پنهنجي اوقات ۾ رَهي!
خار کي چئہ تہ گُل جي نہ برابري ڪر.



هُوءَ بنجي شاعري ويندي،
مُنهنجي تي ڪمزوري ويندي.

ڏيندي اوجاڳا ئي اوجاڳا،
ڪٽي ننڊ سموري ويندي.

ڦول هُيا سَڀ محوِ خيال،
وچڙي اچ ڪستوري ويندي.

ايندي اُڏري اُڏري تو وٽ،
پُلجي هر مجبوري ويندي.

ملندا ملڪين مُلڪ محبوب،
وچوڙو ويندو، دوري ويندي.

گردن جي گلابي لهوءَ سان،
رنگجي اچ سُوري ويندي.



رستن تي پَن ڇَڻ ڪَري رقص تي پيئي،
مُند هَر سٺي آهي مون ڪان وِسري ويئي.

رستا ڪاٺڻ تا پيا اڇن اڄ مون ڪي ڇا لاءِ؟
دل! اڄ وري ڪنهن ڪي ياد ڪَيو تي؟

مُنهنجي ڪَمري ۾ آ سينگاريل ديوار تي،
مُنهنجو ماضي، دُک، ياد، تنهائي.

تڏهن تون ڪِلي ڇو پوندو آهين شاعر!
جَڏهن بہ مَن تڙپندو لُڇندو اٿئي.

ڇگو تيو جو تو بہ آ وساريو اسان ڪي،
ڇگو تيو جو اسان جي بہ آ گذري ويئي.

مَري ويو آ پوءِ بہ لڳي تو "عزيز"
ڇڻ اڄ بہ شهر ويو آهي اوچتو ئي.



ڦـــڙي ڦـــڙي دِل مَٽـــــان وَســــي ويـنـــي،
مَن جي ويـران جَھنــگـل مـــٽـــان وسـي ويـنـي.

سَمـنـڊ ســــمـــورو ڏسـنـدو ئـي رهـجي ويـو،
ڪـڪَري هِڪ ســاحـل مـــٽـــان وَسِي ويـنـي.

سـيـــاڻا شَهـــر جا ٽـيـا حـيـــران هُيـا ڏاڍا،
هُو ڏاهـي، مُون پـاڳل مـــٽـــان وســـي ويـنـي.

نــظـر هُنـي پـنـهـنـجي ڇَري چنـچل ڏاڍي،
اُتـي ۽ هُن جي آ نـچل مـــٽـــان وسـي ويـنـي!

ڳل جـي افـق تـي جـڏهـن جَهــرڻا ڦـــٽـــا،
ياد ڪنوڻ جيـان ڪاڪُل مـــٽـان وسي ويـنـي.

رقص ڪندي ڪندي ويـنـي بنجي بارش بانوري،
پـهـرين بـدن تي ۽ پـوءِ پايـل مـٽـان وسـي ويـنـي.



تُون نہ تُنھنجي جُستجو رَهي،
گُل، رنگ نہ خوشبُو رهي.

ڪِلياسين نہ ڳالهائي سگهياسين،
چا تہ پنھنجي گفتگو رَهي!

مون ڪي، ٻار ڪي، چَڪور ڪي،
چنڊ جي سدا آرزو رهي.

تار تار ٿيو بار بار گريبان،
محفلِ يار ۾ آبرُو رَهي.

هُو تنها ناهي، جو هُن ساڻ،
سَدائين گڏ خوشبو رهي.



هُوءِ وڏي وينئي، ۽ اسان رستي ۾ رهجي وياسين،
اي زندگي! تُنهنجي ئي آسري ۾ رهجي وياسين.

رهجي وياسين اکين جي ڇَپر ۾ اسان ڪٿي،
اسان تہ بَس لڙڪن جي سلسلي ۾ رهجي وياسين.

اوهان تہ رَهيا آهيو سَدا جَوان دلين منجهہ،
پاڻ تہ دِل جي ڪَنهن دوکي ۾ رهجي وياسين.

ڪالهہ ڪان ڪو فون آيو ڪونہ آهي هُن جو،
ڪالهہ ڪان ڇو هڪڙي ڪُتڪي ۾ رهجي وياسين؟

منزل تي پهتا هوندا شايد ڪي خواب پنهنجا،
اسان تہ ڀيتڪي ويل ڪنهن قافلي ۾ رهجي وياسين.

هُوءِ تہ اسان جي هَر اُڏمي ۾ رهي تي پئي، ۽،
پاڻ تہ هُن جي هِڪ ٺهڪڙي ۾ رهجي وياسين.

اوهان جو ڪِلي هُن جي ڪُلهي تي هٿ آهي رکيو،
اوچتو ئي پاڻ هِڪ سڏڪي ۾ رهجي وياسين.



هُوءَ جڏهن ٻه پنهنجي پَر مان گُذري هُئي،
دِل مُنهنجي درد سان وچڙي هُئي.

ويا ها پتڪي نگاهن ۾ قافلا درد جا،
ڇا ته اوهان جي حسن جي رهبري هُئي!

تي سجيو مقتل جتي سَرِ عشاق سان،
ٻُڌو آهي سا ته اوهان جي نگري هُئي.

اوهان کان ته مان ٻه وسري ويس او سگهي،
مون کان ته اوهانجي گهڙي ٻه نه وسري هُئي.

تي ڪريا تڙپيا مسافر سَرِ راهه روز،
ڪولي جڏهن ٻه هُن گهرجي درئ هُئي.

مُون پُڇيو ته ڇو بهار ۾ ٻيهي رهي آهين دِل؟
دِل چيو ته "هي حسن جي ستمر گري هُئي".

تيو ڇا لاءِ تا حيران پنهنجي نصيب تي!
هي ته دوست! اوهانجي بنده پروري هُئي.



زخم تہ تڙيا جي دِل نہ رَهي،
ڇا تيو جي موسمِ گُل نہ رهي!

نہ هُئي اسان جي آس پاس ڪٿي بہ،
لمحي لاءِ پَر هُو اوجهل نہ رَهي.

اُداس اُداس رَهي ٿي دِل پنهنجي،
جڏهن ڪان هُو سنگدل نہ رَهي.

هُو موسم جيان رَهي مهربان اسان تي،
رهي پَر هُو ڇو مسلسل نہ رَهي؟

ڪينجهر نہ اُتر ۾ هندورو باقي،
نوري بہ ڪا مثلِ ڪنول نہ رهي.

هيو پريشان شهر تہ "عزيز" جو ڇا ٿيندو؟
هي دِل پنهنجي پَر مَتزلزل نہ رهي.



اوهان سان اگر پنهنجي شناسائي آهي،
دنيا سان دعا سلام به اجائي آهي.

شهر سارو تو لڳي نندا ڪري، ان لاءِ،
گوري تو جو ديدار جي ڪارائي آهي.

چشمِ پُرنم ۾ آهي، عڪس يار جو،
تنهائيءَ ۾ به نه اڄ تنهائي آهي.

تا ماڻهون ڪونه پيا ڪپڙن ۾ او سڪي،
اوهان وٽ جو ٿي پنهنجي پذيرائي آهي.

ڪالهه گهر ۾ هُيو ڪيڏو نه شورِ تنهائي،
اڄ ميلي منجهه ڪيڏي نه اڪيلائي آهي.

ڪيڏا ڪم هيا دنيا ۾ اسان کي 'عزيز'،
غمِ روزگار ۾ پاڻ حياتي وڃائي آهي.



عشق ۾ محمود کو اياز نہ هُجي تو،
پيار کي سبب کو جواز نہ هُجي تو.

درد هُجي تو تمام، هي سماعتن منجهہ،
نہ تہ تنبوري جي تارُن ۾ ساز نہ هُجي تو.

هر اک ۾ سرجي نٿو، سپنو کو سونهن جو،
هر دل ۾ لکل کو راز نہ هُجي تو.

تِي وسين سمنڊ مٿان ڇا لاءِ تون ايڏو!
حُسن ڇو کڏهن بنده نواز نہ هُجي تو؟

اسان تہ سدا مرڻ لاءِ تيار او سَگهي،
اوهان جي ادائن ۾ ئي انداز نہ هُجي تو.

دنيا کان کٿجي بہ تو خوش رَهي "عزيز"
جَڏهن بہ اوهان وٽ نظر انداز نہ هُجي تو.



مُشڪلون سيئي آسان ٿي وڃن ها،
جي نگاهون يار جُون مهربان ٿي وڃن ها.

سزائون جي هُجن ها اسان تي واجب،
خطائون پي پوءِ جَوان ٿي وڃن ها.

هُوءَ جو وِڇايل ها دسترخوان حُسن جو،
خواهشون هُن وٽ مهمان ٿي وڃن ها.

خواب اوهان جا هُجن ها گُلاب گوري،
۽ اکيون پنهنجون گُلدان ٿي وڃن ها.

اندر ۾ اچن ها جي انڌيرا اسان جي،
نيڻ هي پنهنجا شمع دان ٿي وڃن ها.



دِل کي پَنھنجي بيھڻ جا هُيا اسباب هزارين،
هُوءَ جامُر کي تہ پيا ٽڙي گُلاب هزارين.

يار وڃي ها پار ڪٽي، ڪِشتي پنھنجي عشق جي،
سُونھن اوھان جي جوڙيا هُيا گرداب هزارين.

اگھي ڪانہ سگھي جندڙي تُنھنجي دروازي،
ٽوٽي سِڪي آئي سَڪِي آداب هزارين.

شام هُئي ڪنھن مَست جي پيرن جي زنجير،
راھہ ۾ اوھان جي ڪريا وِچڙيا جَناب هزارين.

شھر پِيي هُيو تُنھنجو، تو جيان ئي حَسين،
چوڏس هُيون چانڊنيون ۽ مھراب هزارين.

هي سؤدو سَمجھي ڪين سَگھيو صَفا "عزيز"،
هُن ڏنا اوجاڳا ۽ تو هُن کي خواب هزارين!



نيڻن ۾ آباد گلاب رهن ٿا،
پَسِ نگاهه جو سراب رهن ٿا.

نوان سبق هِي عاشقيءَ جا،
اندر ۾ اسان جي نصاب رهن ٿا.

اسان جي اکين منجهه ئي رَهو!
ٻاهر ماڻهو خراب رهن ٿا.

پَرچڻ جا مُون وٽ سانگ سَوين،
رُسڻ جا تو وٽ اسباب رهن ٿا.

هن وَٽ مؤسمون مهمان آيون،
گهر ۾ هن جي گلاب رهن ٿا.

ٻُڌو آ تہ اڪيلو ناهي 'عزيز'،
ستم هُن سان، عذاب رهن ٿا.



رِڻ مـتـان رِم جِهم هوندي،
هُوءَ پَر گُم سُم هـونـدي.

خزان هـونـدي مَحَوِ رقـص،
۽ بـهـار پـي پُرنَم هونـدي.

هُن ۾ ڪيـنـي سـاز سُرود،
سارنگي ڪا سرگم هوندي.

مـحـفـل هـونـدي پُرنُور ۽،
جان مُبـتـلـئـہ جو ڪم هونـدي.

ايندي نچندي رات "عـزيز"
راهہ، چير، چَم چَم هونـدي.



بر کا رُت ۾ پَرجي آيا، وسيا پَر ڪونہ!
رستن تي وڇائجي ويا، هوُ موتيا پَر ڪونہ!

ڇا تہ ماڻهو هيا پاڳل تُنهنجي شَهر جا،
مري هُو کپي ويا، تڙپيا پَر ڪونہ!

ڪيڏي تُنهنجي وفا سَخا آهي مشهور،
ڪُماڻا هي ڳَل تنهنجا، تو آڇيا پَر ڪونہ!

هُوءَ جا آئي آڏيءَ جو، نِڪري گهر ڪان ڪالهہ،
ٽڙيا ڪڙيا تارا ها، چمڪيا پَر ڪونہ!

ڇا تہ ڇٽيا سِنڌ امان ها، ماڻهو هي اڻموٽ،
وڏجي هي ڪَنجي ويا، جُهڪيا پَر ڪونہ!

اوهان جو ڇيهہ ڪو ڇيڙو ناهي، سَچ آهي مگر،
ٽڙيا گهٽائي "عزيز" هُيا، ڪريا پر ڪونہ!



اُجاريوسين هُن کي ڪلمات وانگي،
گُل ٽڙي پيا اوچتي ملاقات وانگي.

آئي سياري جي ڏينهن وانگي اسان وٽ،
۽ ويئي هَلي اونهاري جي رات وانگي.

اُفق جيان هُن ۾ هُيون ڪهڪشائون ڪيئي،
گـُلاب هُيا هُن منجهه باغات وانگي.

هُئي منسوب هُن سان هر ڳالهه خوشگوار،
ملندي رَهي اسان کي انعامات وانگي.

زندگيءَ جو پيو نالو سَربُلندي رکيوسين،
نه گُذاريسين حيات مراعات وانگي.

هِجر جي قالين هٿائي مَن مٿان،
ويئي وڇائجي وصل جي لمحات وانگي.

سَي رنگ ها ڏينهن جا هُن ۾ سمايل،
شام هُئي ڪڏهن، ڪڏهن پريات وانگي.



انتظار ڇا هي دلدار ڇا آهي؟
تون نہ پُڇ تہ آزار ڇا آهي؟

خواهشن جو آهي قتلِ عام،
اِن کان وڌ سنسار ڇا آهي؟

دل کان پُڇ تون درد جو، ۽
گُل کان پُڇ تہ بَهار ڇا آهي؟

خانہ بَدوشن کان ڇا جو پُڇڻ،
گهر ڇا آهي، گهر ٻار ڇا آهي؟

مُون کان پُڇ تون عشق جا اسرار،
پاڻ کان پُڇ تہ واپار ڇا آهي؟

رستا مقتل جا تا ٻُڌائين اسان کي،
ممات حيات جو ونهوار ڇا آهي!



بَرسات ۾ ياد اوهان جي ڏياري ٿي،
زندگي چا تہ ڏينهن ڏيکاري ٿي.

اُن سان پنهنجو سروڪار ڪهڙو؟
دريءَ مان اسان ڏي جا نهاري ٿِي.

ڪمزوري سَمجهي ويئي آ هي پنهنجي،
قسم ڏيئي روز هوءَ ٽاري ٿي.

ڏينهن سمورو ٿِي ڪري مشڪري ۽،
رات پَر البم لڙڪن جو سنواري ٿي.

مؤت پنهنجو آهي منظور هُن ڪي،
گڏ رقيب سان تڏهن تہ گُذاري ٿِي.



حياتي هِن مُختصر ۾،
ويئي گذري هجر ۾.

هُو دِل ۾ آهي اسان جي،
۽ اسان هُن جي نظر ۾.

خواب جُڙن تا پيا جتي،
دِليون ٽٽن اُن شهر ۾.

اکين منجهه آهي سفاڪي،
۽ نرمي آهي پٿر ۾!

مُون رقيبن لئه جي رکيا ها،
سي تير هنيا تو جگر ۾.

جا هِمت آهي سيني مَنجهه،
سو ڀروسو ڪٿي خنجر ۾!



هوءَ جا اسان جا اگهه پار ڀُڃي ٿي،
تلوار کان تلوار جي ڌار ڀُڃي ٿي.

نٿو لڳي ڇگو پٿر دستِ يار ۾،
هي جان اڄ سببِ آزار ڀُڃي ٿي.

هُن کي آ فِکر پنهنجي بي فڪريءَ جو،
ڪلون ٿا ڇو؟ ٿيندي سنگسار، ڀُڃي ٿي.

هي گرمي ڪٿان آندِي خون آ هي تُنهنجي؟
مُنهنجي گردن کان اڄ تُنهنجي تلوار ڀُڃي ٿي.

گُل کان ڀُڃي ٿي بي ثباتيءَ جا سَبب،
اسان کان عاشقيءَ جا ونهوار ڀُڃي ٿي.

زُلفِ يار جي ڇانوَ ۾ ويهي "عزيز"
دِل ڇو پيار جا اِسرار ڀُڃي ٿي.



اي خزان ايـڏي مـــهـــربـان نـہ ٿـي،
گـل ســان دست و گـريـبــان نـہ ٿـي.

آغوشِ خار ۾ ٿـي سدا مـڪڙي ٽڙي،
دســتـــور دُنـيـا تـي حـيـران نـہ ٿـي.

ٿِي وحـشـتِ حـيـوان ڳالـهـائـي اڄ،
ڪُجهـہ بہ ٿـي پَر، انســان نـہ ٿـي.

هِي مُنهنجي دِل جو مـعـامـلو آهـي،
جان! تـون ائـين پـريـشـــان نـہ ٿِي.

هـو درڪار سجدو رُخِ يار تي سَهي،
اي شـيـخ! اسان ڪـان بدگـمان نـہ ٿـي.

بـيـوفـائـي تـہ حُسن جو هَديـو آهـي،
هي قـيـمـت ادا پـر اسـان ڪـان نہ ٿـي.



اسان کي بہ پياريو، جياريو،
ائين نہ ماريو، جياريو.

تابِ نظرِ آهي آبِ حيات،
ڪُجھہ تہ نِهاريو، جياريو.

اوهان جي پياريو تہ واه واه!
زهر ئي پياريو، جياريو.

دِل ڄر جي ٻُڌاسين تہ ڇا ٿيو؟
نگاهن پٺي تاريو، جياريو.

تا وڃون ڪنهن اَڄاتي سفر ڏي،
پنهنجي دُوار بيهاريو، جياريو.



سورهين سال ۾ شمار ٿي ويئي،
گُل بهار مان باغ بهار ٿي ويئي.

مُرڪ هُن جي مُشڪ جيان هُئي،
ڪِلي ته ڇوڏس هبڪار ٿي ويئي.

هي اسان جي شڪستن جو ڪمال آهي،
جو بنان ڪيڏڻ جي ڪٽڻهار ٿي ويئي.

جنهن وٽ دِل نالي نه هئي ڪابه شيءِ،
سوچيان ٿو، سا ڪيئن دلدار ٿي ويئي!

مُنهنجي دِل جون اَڄُ تارون ڇيڙي،
هڪ ڏينهن ۾ وڏي فنڪار ٿي ويئي.

ماري يا هاڻ هُو جياري اسان کي،
سرڪار هُن جي خودمختيار ٿي ويئي.

نگاهه هُن جي نيڻن مان نڪري،
مون تائين پهتي ته تلوار ٿي ويئي.



مون کان نہ گذار، ڏار، يار،
مار، پرائين نہ مار، يار!

سهٽي بہ هئي نہ وس ۾ پنهنجي،
درياهہ بہ تہ هيو تار، يار!

پيشانيءَ تي لکجي ويو ديوانو،
پٿر جو هنيو هڪ پار، يار!

تورا مان پيو ڳڻيندس تنهنجا،
ستم ڪجان تون شمار، يار!

تير تنهنجي ڪي شابس هجي ۽،
گهاءُ منهنجي تي ميار، يار!

مون تي نہ ٿيو مهربان ڪڏهن،
هُوءَ ۽ هن جو پيار، يار!

ديوانا! تنهنجو ديس آ ڪهڙو؟
پڇيو هو مونکان دار، يار!

سُهڻن گڏجي آصلاح ڪئي،
”عزيز“ جو ڪجو نہ اعتبار، يار!



زندگيءَ کي معنيٰ مِلي نہ سگهي،
مون کي دُلربا مِلي نہ سگهي.

چَنڊ جي آغوش ۾ آهي سُتي،
سُورج کي سنجها مِلي نہ سگهي.

ڇا تہ حياتي پاڻ هي گهاريسين،
هُوءَ تہ ملي پر وفا ملي نہ سگهي!

جڏهن بہ مِلي سات سهيلين جي،
ڪڏهن بہ هُو تنها ملي نہ سگهي.

عشق ۾ دليون سَدا لُٽبيون آهن،
حُسن کي پَر سخا مِلي نہ سگهي.



يادون شعر تي ويون آهن،
سڀ پنن تي وکريون آهن.

دِل گهر آهي تُنهنجو هي،
اَکيون تولاءِ گهٽيون آهن.

ڏُونهان ڏُونهان سَڀ سوچون،
يادون سگريٽ بڻيون آهن.

هٿ تُنهنجا گل ۽ منهنجون،
گلدستا هي آڱريون آهن.

گهٽائون گهنگهور يادون روز،
ذهن تر تي وسنديون آهن.

بادل بادل ٿيون رُئن ڪنوٽيون،
عاشقيءَ جا روُپ موسمون آهن.



اڪـڙين جي آسـتـان ۾ رَهي ٿي،
هُوءَ اسان جي گـمان ۾ رَهي ٿي.

ڪٿي رهي ٿي ۽ هُوءَ ڪيـر آهي؟
جان آهـي ۽ جان ۾ رهـي ٿـي.

عـشق پنهنجو ايمان آهي ۽ هُو،
اسـان جي ئـي ايمـان ۾ رَهـي ٿـي.

سـراپـئـه درد آهـي تـوٽـي جو،
درد جي سـادرمـان ۾ رهـي ٿـي.

مؤسمن جون سڀ رنگينيون هُن ۾،
هُو ڪهـڙي خيـابـان ۾ رهـي ٿي؟

ميلي ۾ هُجون ٿا سدا پاڻ "عزيز"،
سوچ پنهنجي پر بيابان ۾ رهي ٿي!



تو وٽ درد جو نہ ڪوئي درمان رَهيو.
جڳ ۾ جيئڻ جو نہ ڪو سامان رهيو.

مؤمن بہ ويتا جَذهن وڃائي حوصلا،
سلامت مَئہ خوار جو ايمان رهيو.

شهر ۾ شيخن جي، هِي دستور پُراڻو،
چاڪ رِندن جو سدا گريبان رهيو.

هُن کي هو سَدا ٽُٽڻ جو ئي شوق،
دِل مٽان ڇو پٿر جو گمان رهيو.

ڪمال فن هُيو لڪل دست قاتل ۾،
ويو ماري پَر نالو نہ ڪو نشان رَهيو.

هُوءَ ڪير هُئي، محفل کھڙي، ڇا جام انجام؟
ويو وسري سَڀ ڪُجھہ، اھڙو تہ سمان رهيو.



زندگي هاڻ مسئلو ناهي،
اوهان کان جو فاصلو ناهي.

بي رنگ بي سَواد حياتي،
پيار جو ڪو سلسلو ناهي.

توکي وسارڻ جوئي سوچيان،
دِل کي اهڙو حوصلو ناهي.

سينو ساڳيو پر، ساڳي،
دِل ڪوئي ولولو ناهي!

تُون ٻُڌي ڇا ڪندين شيخ!
پيسن جو هي معاملو ناهي.

ٽڙون ٽاڙون ڇا لئه 'عزيز'،
زندگي آ ڪوئي زلزلو ناهي.



ڪڪ پَن تِي ويو مَن منهنجو،
ٽُٽو ۽ وڪريو مَن منهنجو.

گُل، موسم، خوشبو پُڇيو،
ڇا لاءِ رُنو هي من منهنجو؟

شهر سَمورو سُتل هُيو،
۽ پئي ڦٿڪيو مَن منهنجو.

پنهنجو سينو بہ خالي رهيو،
منهنجو بہ نہ ٿيو مَن مُنهنجو!

هُئي بهار بہ نوحہ ڪنان جو،
تارِي تارِي ٽٽو من منهنجو.



پاڻ نہ پُڇيو ڪڏهن پيي شُجرو تُنهنجو،
گُلن جي خاندان سان هو واسطو تُنهنجو.

ڦُلواڙيءَ جون هُيون خاصيتون تو ۾،
ماڪ ذات هُئي، خوشبو نالو تُنهنجو.

شرمائي هُئي اوچتو، شام پيي اچ،
پيو هو جو هُن مٿان اولڙو تُنهنجو.

ڪنيپ ۾ هو پُڌل هَروڻ ڳوٺ جو،
هَوا جو ڇهيو، بَدن هو تُنهنجو.

پاڻ دِل هَٽان ٿي ويندا سين مارجي 'عزيز'
ڪيڏو نہ ٿي ويندو ڪم سؤلو تُنهنجو.



نغما لکياسين چو گُلن مٿان!
۽ پيغام پکين جي پَرن مٿان.

لکير نہ اُڀري ڪا هٿن تي،
ڪا ڳالهہ نہ آئي چپن مٿان.

چُمين جون آهن ڪونجون لٿيون،
سَرِ شام اڄ ڳلن مٿان.

اسان توکي ڏنو تہ لڳو،
چڙ ماڪ لٿي گلن مٿان.

سُهڻي جو درد آ لکيو ڪنهن!
ڪچن سَيني گهڙن مٿان.

چنڊ اُڀريو وارن مَنجهان،
۽ شام لٿي بدَن مٿان.

سي اُداس آهن اڄ ٻي "عزيز"،
گڏجي هلياسين جن رستن مٿان.



سُندر سپني جَهڙي تون،
دِل جي اُدمي جهڙي تون.

مان اُداس ڪَمري وانگي،
۽ گلدستي جَهڙي تون.

جَيون صَحرا آهي ڪوئي،
ڏکني رَستي جهڙي تون.

جيڪو ڪڏهن جُڙيو ڪونه،
اهڙي رشتي جهڙي تُون.

مَن هي پنهنجو تَر آهي،
۽ وسڪاري جهڙِي تُون.

اسان بي چئن چوليءَ وانگي،
سانت ڪناري جهڙي تُون.



اڄ ڪيڏانهن مان وَري وڃان،
ڇڏي اهڙي دلبري وڃان!

ائين به هو تيئو پاڻ سان،
رکيل شيءِ جيان وِسري وڃان.

ٿيو حُڪم اسان کي رقيب جو آهي،
”محفل تُنهنجي مان نڪري وڃان“!

هِي فن نه سکي سگهيس ڪڏهن،
ٻوڙي ڪنهن کي جو تري وَڃان!

ڇا ناگوار هوندو اسان کي،
تُنهنجي ٻانهُن ۾ جو مري وڃان!



شـهـر ۾ اوهـان جي قـانـونِ جَهنـگل،
گـهـر ويران ٿـيـا ۽ آباد ٿـيـا مـقـتـل.

هِي رواج اوهان جو، هِي رسم اوهانجي،
جو جان جگر، سوئي رسواءِ مـحـفـل.

سُونهن ٿي، سَچ ٿي، هي پردا هي پَهرا.
هي جواني ٿي بندش، نسـل دَر نسـل.

هي ڳالهه اسان کي آخر، ڪير ته سمجهائي،
هُو ڇوڪري آهي يا ڪو گُلن جو فصل!

تو مُرڪيو پنهنجي رات جَڏهن ننڊ منجهه،
ڪِڙي پئي چانڊني، ٽڙيو پئي ڪنول.

هي تو مِثل سرمئي سانجهه شهر جي،
هـي مُون جيـان آواره، سـانـورا بـادل.



رنج، گِلا ڪا شڪايت نہ رَهي،
اسان جي اهڙي عادت نہ رَهي.

هَرڪو ئي ٿي آيو مَحفل ۾ تُنهنجي،
پاڻ ڪي رُڪو اجازت نہ رهي.

بي نُور شيءَ آ زندگي پنهنجي،
اوهان جي جو، عنايت نہ رَهي.

غير سان اوهان ڪي جو ڏٺوسين،
اسان لاءِ ٻي ڪا قيامت نہ رهي.

غمِ دوران ۾ اُلجهي پياسين،
شوخي، اڪين ۾ ڪا شرارت نہ رَهي.

لِڪي تو پُٺيءَ ۾ خنجر هڻي،
دشمن ۾ پنهنجي شرافت نہ رهي.



دِل کي جو هاڻ قرار ناهي،
کنهن جو به ته انتظار ناهي.

تون آهين ته جڳ جَهان آهي،
تون ناهين ته سارو سنسار ناهي.

تِي گُذري بي خوديءَ منجهه،
بار به دل مٿان بار ناهي.

دنيا سان پوءِ کهڙا ليکا!
توسان جو کوئي ونهوار ناهي.

خاموشيءَ سان ٿي رهي گفتگو،
مؤسمن سان جو پيار ناهي.

روز پُڇين ٿي ڇا لاءِ طبيعت،
عاشق آ 'عزيز'، بيمار ناهي!



گُل سان جيڪو بہ دوستي رکي ٿو،
دِل سان چڻ تہ دشمني رکي ٿو.

هُو آهستي آهستي ٿو ماري مون کي،
مُون سان ڏاڍي همدردي رکي ٿو.

ماري، ساڙي، ڪري ٿو خاڪ،
عشق ادا، هرڪا، پلي رکي ٿو.

اڄو تہ ڳالهين ۾ ڪيس ڳولڻ هلون،
گفتگوءَ ۾ هو چاندني رکي ٿو.

ماري مون کي آهي رُنو ڏاڍو،
دشمن دشمني سچي رکي ٿو.

سينو رک تون ڪُشادو "عزيز"،
تير جيان نظر هُو تِکي رکي ٿو.



خواب جاڳن ٿـــا ۽ رات جاڳي ٿي،
گوري بدن مـٿـان برسات جاڳي ٿي.

اکڙين مَنجهہ آهي اظهار لِکل، ۽،
سيـنـي مـنجهـہ ڪا بات جاڳي ٿـي.

تنهائي منجهہ آهي مِلندي اڪثر،
مُون لاءِ گهـر ۾، ڪا تہ جاڳي ٿي!

نِتـهڻ اُس آهي ۽ آڪيـري مَـنجهہ،
پِـکـي سُتل آهـن ۽ لات جاڳي ٿي.

ماٺـهو ٿا جَذهن سَڀ سُمهي رهن،
خواب جاڳن ٿـا ۽ رات جاڳي ٿـي.

اوسـيـئـڙي جي هي رات سَمـوري،
مـاڪ جاڳي ٿـي، پـرڀات جاڳي ٿـي.



توسان ملڻ بہ ڏکيو ٿي پيو،
چڻ تہ جيئڻ بہ ڏکيو ٿي پيو.

هُوِ گهٽين ۾ ٿي گهائي هيل،
ٻاهر نڪرڻ بہ ڏکيو ٿي پيو.

ڪوڙ هٽڻ بہ تہ نٿو اچي،
سچ چوڻ بہ ڏکيو ٿي پيو.

رقيب جو آيو تہ محفل ۾،
وڏيڪ ويهڻ بہ ڏکيو ٿي پيو.

تو سواءِ سري بہ نٿي "عزيز"،
تو ساڻ رهڻ بہ ڏکيو ٿي پيو!



گُلُ کي دِل ۾ دِل کي گُل لڪان ٿو،
هن کي جو ڏسان ته نئون غزل لکان ٿو.

مونکي ڪٿي ٿي لفظن جيءَ معنيٰ اچي،
مان ته چانوَ کي به هن جو آنچل لکان ٿو!

ڇو هجر کي تون فراق ٿو لکين ۽،
ڇو وصل کي مان لاحاصل لکان ٿو!

ڪنوڻ کي لکان ٿو تنهنجي زلف جو بند،
۽ بارش کي لڙڪن جو فصل لکان ٿو.

تنهنجي نالي جي جاءِ تي خط ۾ "عزيز"،
پلجي اڄ به وري مان، دل لکان ٿو.



راهه ويندي جو نهاري ويئي،
مونکي شاعري سيکاري ويئي.

مون تہ هڪڙو هيو جام گھريو،
هُو پر مئخانو پياري ويئي.

نگاهن منجھہ ٻوڙي مون کي،
سمنڊ ڪيئي تہ اُڪاري ويئي.

صديون منهجون سجايون ٿيون،
گھڙي هڪڙي جو گھاري ويئي.

يادون پوئتي ڇڏي "عزيز"،
مون تي پهرو ويهاري ويئي!



تُنهنجي گهر جو رستو ڀُلجي ويس،
ها! جڻ تہ پنهنجو نالو ڀلجي ويس.

هاڻ تہ هڪ اڌ ڳالهہ آ ياد ماضيءَ جي،
حال تہ مان ئي سربستو ڀُلجي ويس.

تو کي خط نہ لکڻ جو ٻيو ڪو سبب ناهي،
خط مٿان لکجي، سو پتو ڀُلجي ويس.

مون تہ پاڻ کي بہ آهي وساري ڇڏيو،
ءُ تون ٿي چئين تہ واعدو ڀلجي ويس!

لڙڪ بڻجي لفظ تنا هاڻ تمي پون،
ڳالهائڻ جو جِن تہ سليقو ڀُلجي ويس.

هو ياد ڪڏهن آئي، ڪجهہ ياد ناهي،
هن کي ڪيئن وساريو، ڀُلجي ويس.

تو ڏانهن ايندي اڄتو ٻيهي رهيس ”عزيز“
مقصد تو ڏانهن اچڻ جو، ڀُلجي ويس.



تنهنجي چاهہ جي ڪوٽ ۾ زمانا قيد،
تنهنجي مُرڪ جي موهہ ۾ ويرانا قيد.

تنهنجي حسن جو گريبان چاڪ ٿيندو،
ڪنهن چيو توکي تہ ڪر ديوانا قيد!

مدهوشيءَ جي پيرن ۾ زنجير نہ وجهہ،
اکين ۾ نہ ڪرتون پيمانا قيد.

ڪيئن روا رندن جي ناراضگي توکي،
ڪيئن ٿي ڪرين تون ميخانا قيد!

شمع بنجي ٿي تون گهر ۾ ٻرين،
گهٽين ۾ ٿيندا ڪيئن نہ پروانا قيد!

خواهشن کي آزاد تون ڪڏهن ڪندين،
ڪڏهن ڪندينءَ تون بهانا قيد؟!



گيت هي رسي وجن تہ مري پوان،
ڏيهہ ذات جو ڇڏي هليو وڃان.

پري ڪنهن اداس نگريءَ منجهہ،
گهر پنهنجو اڏي ويهي رهان.

جيڪس مري پوي غربت رات،
ڪنڊا سندس قبر مٿان رکي اچان.

مٽني ماڳن تي آهي ڳوليو توکي،
ڪيڏين دلين منجهہ ليا پاتا مان.

تن کي ڪلهو ڪير بہ نہ ڏيندو،
ساهہ نہ ڏنو جن سنڌ مٿان!

مري جي وڃي اڄ اوچتو ''عزيز'' ،
ڪتاب هن جا پورجو هن سان.



هُن سان راهہ رسم رکي ٿي،
دل اسانجيءَ تي ستم رکي ٿي.

اُن مٿان روز ٿا گُلاب ٽڙن،
راهہ جنهن تي بہ هُو قدم رکي ٿي.

پنجن آڱرين جو هُو گُل ٿاهي،
اک منهنجيءَ تي قسم رکي ٿي.

پٿر پل هجي دِل هُن جي،
نيڻ نہ پر، پُرنم رکي ٿي.

گُلن تي ماڪ ڇا ڪرندي "عزيز"،
زخم تي جو نہ هُو مرهم رکي ٿي.



هي دل ديواني، دنيا سياڻيءَ ۾.
ٻيو رکيو ڇاهي هن آڪاڻيءَ ۾.

مان تو ۾ تو ائين لهندو وڃان،
جيئن پاري پٿر کو پاڻيءَ ۾.

ڪهڙي جواني تي بخشي سواد!
جو مزو آهي ماڪي پراڻيءَ ۾.

تو ڪهاڻين ۾ تي راڻيون ڳوليون،
مون ڪهاڻيون ڳوليون راڻيءَ ۾.

ڪهڙي ڪَرهي آهي چندن چڪيو!
هت اوڳا وڇڙيا بس لاڻيءَ ۾.

اکر بنجي ”عزيز“ ڪتاب تي ڪريو،
ويو گم تي ڪنهن ڪهاڻيءَ ۾.



اڄ تہ نئون ڪو ونھوار سگھي اچون،
اي دل! ڪرڻ اڄ اظھار سگھي اچون.

ھن جي محفل ۾ ھلئون ۽ ھلي،
آداب ڪي بيشمار سگھي اچون.

عشق ڪي جيڪو بہ ھتي عام ڪري،
اھڙو تہ ڪو پرچار، سگھي اچون.

توسان اڪيلائيءَ ۾ ونڊي سگھجن،
سي ڳالھيون بہ چار، سگھي اچون.

گذارجي ڪيئن حياتي منڪدي ۾،
تجي ڪيئن گنھگار، سگھي اچون.

”عزيز“ جو سينو تو سيکاري سبق،
سھجي ڪيئن ترار، سگھي اچون!



تو کي ڏسي، ويس گذري، بي ڌياني ۾،
اڳتي هلي، پيس ڪري، بي ڌياني ۾.

بي خياليءَ ۾ ويئي گذري عمر سموري،
۽ پڻ هاڻي، ويندس مري، بي ڌياني ۾.

جنهن محفل ۾ هيا، تو سڀ اغيار سڏيا،
آيس ان ۾، سهي سنبري، بي ڌياني ۾.

تنهنجي پيار جو پڪي، منهنجي دل تي لٿو،
هي ڪٿان آيو آهي اڏري، بي ڌياني ۾!

تون آئين ڪٺي گهر، پريل ڪندن جو ڪشڪول،
هي تون چا آئين گهري، بي ڌياني ۾!

تون پڇيو ته شعر، تو ڪيئن لکين ”عزيز“،
مون چيو ته بس بي خبري، بي ڌياني ۾.



خوابن جو ڪو ڏيرو جوڙ،
اکڙين منجھہ آکيرو جوڙ.

جنھن تي جبين پنھنجي رکين،
پرينءَ جو اھڙو پيرو جوڙ.

سُونھن کي تون ساندڻ لئہ،
نِگاھن جو ڪو گھيرو جوڙ.

بيوفا ويو سيکاري مُون کي،
رِشتو بس ھڪ پيرو جوڙ!

لھندڙ سج کي ڏسي "عزيز"،
عِشق جو جھان سويرو جوڙ.



تُنهنجي بيوفائيءَ جو سلسلو هُيو،
گـلا نـہ پاڻ کي ڪو شـڪوو هُيـو.

هُيو گمان جنهن مٿان ڪهڪشان جو،
سـوُ تـہ مِـٿي تُنهـنجو پَرتـوو هـيـو.

دِل تہ هُئي پنهنجي شبنم جيان نازڪ،
پـٿـر جهـڙو پَر سندس حـوصـلو هـيـو.

هُن جي سرد مُهريءَ جو ڇا بہ سبب هُجي،
پاڻ کي عاشقيءَ جو نہ ڪو طريقو هيو.

وفـائـن ڪـان وٺي بيـوفـائـين تـائـين،
هر ڳالهـہ ۾ هُن جي سليـقـو هُيـو.



عشق جو تون امتحان نہ وٺ،
جان! مون کان جان نہ وٺ.

ڏُک، درد، اڪيلائي، عذاب،
جيئڻ جو مون کان سامان نہ وٺ.

سخي سيڪاري گداگر ڪي ويو،
شهر ۾ ڪنهن کان دان نہ وٺ!

سڀ ڪجهہ موٽائي وٺ پر مُونکان،
يادون واپس مهربان نہ وٺ.

جيڪو سبب درد جو پڇي حڪيم،
تنهن کان دوا "عزيز" درمان نہ وٺ.



دوستيون دشمنيون هڪجهڙيون،
چوڪريون شهر جون هڪجهڙيون.

چَون ٿا تہ سيني سينن اندر،
ڌڙڪندڙ سڀ دليون هڪجهڙيون.

پيار جا ٿيون جيڪي سپنا ڏسن،
ڳوٺ جون سي نينگريون هڪجهڙيون.

يار ۽ ديار ڪاڻ اي دوستو!
وڏيون جي سڀ سِسيون هڪجهڙيون.

هُن جي بَدن جو چُهاءُ، ۽،
هِي مُنهنجون آڱريون هڪجهڙيون.

اڄ پوريون سڀ خواهشون ساڳيون،
عاشقن جون آهن اکيون هڪجهڙيون.



جيئن صحرا ۾ تو ڪوئي گُل ڦٽي،
منهنجي من ۾ ائين تو غزل ڦٽي.

ڪنارن تي ڪشتيون تيون ٻُڏن ڇا لاءِ،
ڇو اجايو تو عشق مٿان اجل ڦٽي؟

جنهن محل تو چنڊ کي اڪيلو ڏسان،
تنهنجي خواهش تي دل ۾، ان محل ڦٽي.

ڪينجهر تي جڏهن اکين منجهه لهي،
تماچيءَ جي خواب ۾ تو ڪنول ڦٽي.

تنهنجي پيرن ۾ روز تا مفاصلا وچڙن،
۽ منهنجي قدمن ۾ روز تي منزل ڦُٽي.

جي قسمت ۾ هجي تو هِجر "عزيز"
ته پوءِ قدم قدم تي تو جبل ڦُٽي!



جڏهن بہ مان پنہ ڪِليس گهٽو.
الاءِ چو تڏهن تي رُنس گهٽو!

خزان ايندي ئي هو مون کان پڇيو،
بهار مِچاڪاڻ تي تِڙيس گهٽو!

هيو رستو خراب يا پيو ڪو سبب!
توڏانهن ايندي ڪالهہ تِڙيس گهٽو.

عشق نادان هو، ڏيئي ٽپو ويو،
ڪنارن ٽوٽي جو جهليس گهٽو.

دل سخت تنهنجي، نہ ٽي ميڻ سگهي،
پاڳل پتنگ جيان، مان سڙيس گهٽو.

تو پڇيو هو روئڻ جو سبب "عزيز"
مون چيو تہ "ڪلندو هيس گهٽو".



سياڻي دنيا، ديواني دل.
ڪرڻ تون ڪا حيراني دل!

پيار وٺڻ ويئي هئي جيڪا،
آئي وٺي پريشاني دل.

سا منهنجي تي نٿي سگهي،
ڪري نٿي جا ناداني دل .

مون کي عاشق بڻايو تو،
تنهنجي وڏي مهرباني دل .

سيني جي آکيري ۾ رهي!
ساهه تي ڪري سُلطاني دل .

مون کي رکيو تو ”عزيز“ آهي.
مست ڪري هي مستاني دل .



اي دوست! آسان زند گاني ڪري وڃ،
ماري وڃ ۽ ڪا مهرباني ڪري وڃ.

ڪافي عرصي کان آهي تڙپي ڪانه،
دل پاڳل لاءِ پيدا پريشاني ڪري وڃ.

منهنجي گهر مٿان گهٽ ٿو چمڪي چنڊ،
نگاهه پنهنجي سان پيارا چاندني ڪري وڃ.

مئہ مان هڪڙو تون اڃ ڍڪ پيري،
پيدا مئخاني ۾ تغياني ڪري وڃ.

"عزيز" تنهنجي اندر هي ڪڙاڻ ڪهڙي!
تون ناراض سهي، پر خوش بياني ڪري وڃ.



ڳوٺ پنھنجي جون سڀ ڳِھٽيون،
ڪالھہ پيرن ۾ منھنجي وڄڙيون.

ڏينھن جو قاڙي چڏيندو آھيان،
رات جو لڪيل توکي چٽيون.

مون تو متان شعر تي لکيا ۽ دور،
چند ڇڪيون پئہ تنھنجون تصويرون.

مان ڪنھن ڪنھن کي يار سمجھايان!
مَن پاڳل ۽ ھي اکيون آھن چريون.

پن چڻ آھي دل ۾ اچي ويٺي،
ڪيس وٺي ويون سندم بي پرواھيون.

خزان ۾ تو ڳولين پيو بھار کي "عزيز"،
موسمن جون نٿو سمجھين مجبوريون!



هي خزان ۾ کھڙي ٿي بھار اچي،
منھنجي من ۾ تنھنجي ٿي سار اچي.

احساس ٿيندا پنھنجا زندان حوالي،
اقتدار ۾ ٿي هن جي سرڪار اچي.

چو در تو مسيت جو ڪرين بند شيخ!
ڇا هن ظرف تو ڪوئي گنھگار اچي؟

ستاري ڪي چئہ تہ اڄ پردي ۾ رهي!
ڏسڻ ڪيس تو پاڳل پرستار اچي.

هي ڪنهن جا تو روز ڏسي خواب "عزيز"،
هي ڪهڙي ٿي عدم کان پڪار اچي؟!



ڪنهن پَر نہ زندگي عذاب آهي،
ٽوٽي جو خانہ خراب آهي.

ماڻهن تُنهنجو نانءُ پُڇيو،
مون چيو "گلاب آهي."

تو هَٿ مُنهنجو روڪي چَيو،
"اِها ڳالهہ خراب آهي."

هَٿُ مُنهنجا رُلي ويا هن،
بَدن تُنهنجو سراب آهي.

پاڙي ۾ جو چَنڊُ ڪِڙيو،
گهر گهر ۾ اضطراب آهي.

تُنهنجي مُنهنجي وچ ۾ حائل،
منڪدو آهي، شراب آهي.



بَدن جي انڌيري ۾ سُهائي ڪَري ويئي،
ويئي ڇُهي ۽ مشڪل ڪشائي ڪري ويئي.

هُئي گڏ تہ هُياسين شهرِ بي ڪنار پاڻ،
ويئي ڇَڏي تہ اسان کي جُدائي ڪري ويئي.

ڏيئي ويئي اسان کي هُو شوق گداگري،
تونگر هُئي، پاڻ سان چڱائي ڪري ويئي.

ڪاروبار تي نبيريا هُن عاشقيءَ جا،
ٻُڌون ٿا تہ ڏاڍي مهانگائي ڪري ويئي.

هُئي ڇوڪري يا هُئي ڪا بيگانگي هوُ،
اسان جِي اسان کان جُدائي ڪري ويئي.

سُونهن ارغون هُئي، ويئي لتاڙي اُجاڙي،
دِل سنڌ مٿان هُو ڏاڍائي ڪري ويئي.



بهار جو پهريون گلاب لڳين ٿي،
ڪڏهن گل ته ڪڏهن حجاب لڳين ٿي.

تنهنجي چپن جي صحرا ۾ چمن ٿا رلن،
قاتل ڪهڪشان جو سراب لڳين ٿي.

جيڪي ستارن جي دلين ۾ وسوسا وجهن،
تن سوالن جو آخري جواب لڳين ٿي.

عشق جي اڪين مان جو لڙڪ ٿي لهي،
اڻ ڇهيو اهڙو ڪو شراب لڳين ٿي.

ڪلين جي قتل جو شمار جنهن ۾،
اجنبي انگن جو سو حساب لڳين ٿي.

مان تنهنجي هٿن ۾ شيشي جيان "عزيز"،
تون منهجي هٿن ۾ گلاب لڳين ٿي!



وڻ کن تا اکثر ڳالهيون،
مون سان منهنجي ننڍپڻ جون.

مان جڏهن به رستو پلجي ويس،
گِهٽيون گهر تائين وٺي آيون.

تو ٽٽل دل جا ٽڪرا پڇيا،
مون ڳڻايون تو کي پنهنجون دوستون،

تنهنجي منهنجي پيار بابت،
پکي کن تا روز کچهريون.

اڄ تيز هوائون گهُلن ٿيون،
دل! بند رک پنهنجيون دريون.

عشق جا آداب سک تون "عزيز"،
حسن جون کر نه ايڏيون گِلائون.



منهنجي خوابن جو سدا هي سلسلو روڪي،
جبل تنهنجي جوانيءَ جو ٿو رستو روڪي.

ٻڏيءَ دل جا ٻيڙا اڄ تاريندو ڪير؟
سار تنهنجي ٿي منهنجو اڏمو روڪي.

هن ڪي يادن جا بادل ٿا آباد رکن،
ڪير آهي جو لڙڪن جو جهرڻو روڪي.

منهنجون اکيون ٿيون تنهنجن خوابن ۾ ڪلن،
مونکي ڪيئن ٿو تو ڪان ڪو پردو روڪي.

تنهنجي حسن کي نشو ڪو جهلي، نه جهلي،
منهنجي ديواني دل کي تب، ڪو روڪي.

عشق جڏهن ٿو تو ڏانهن اچي "عزيز"،
عقل ٿو ڪيس تڏهن اوچتو روڪي.



آگم آگم سانوري.
رم جهم رم جهم سانوري.

برکا رُت مچاڪاڻ!
گُم سُم گُم سُم سانوري.

مونکي ياد رهي ٿي،
هَردم هَردم سانوري.

خوابن ۾ ايندي آهي،
ڇَم ڇَم ڇَم ڇَم سانوري.

دِل جي گهر ۾ جرڪي،
تَم تَم تَم تَم سانوري.

پٿر بڻائي ويئي آهي،
طلسم طلسم سانوري.



هر قميت تي احوال سربستو ڪبو،
توسان ڳالهائڻ جو پيدا حوصلو ڪبو.

لفظن جي ڪاروبار ۾ آ ڪوٽ ڪاڏي،
اي دوست! ونهوار هاڻي روڪڙو ڪبو.

هوائن تنهنجون آهن چڪيون تصويرون،
تو ڪيئن هو سوچيو ته پردو ڪبو!

هجر ڪي وصال ۾ چئي اغيار ڪي يار،
دل پنهنجيءَ سان هاڻ نه دوکو ڪبو.

جن سان تڪرائي ٿي ڪرياسين ڪالهه،
تن پٿرن کي ديوتا، اڄ چو ڪبو؟

وسي گهر مٿان "عزيز" جي، آ ڪڪرن سوچيو،
اداس سندس دل سان ڪو چرچو ڪبو.



چنڊ، چانڊوڪي، گُل ۾ مان،
سوچون، يادون، دِل ۾ مان.

ساري رات جاڳيا هئاسين،
لڙڪ، سُڏڪا، آنچل ۾ مان.

اڄ ڪينجھر پار ويندا سين،
پيڙي، هُوءَ ڪنول ۾ مان.

پنجون ڪوئي ناهي دوست،
هَوا، تون، جهنگل ۾ مان.

ڪيڏا نه هڪجهڙا آهيون،
دُک، سَپنو، غزل ۾ مان.

شهر ڇڏي دُور هليا سين،
ننڊ، ستارا، بادل ۾ مان.



اکين کي بہ تہ ڏوئڻ گهرجي،
ها! ڪڏهن روئڻ گهرجي.

تو کان وڇڙي مون هيو سوچيو،
موت کي روبرو ڏسڻ گهرجي.

تاريءَ مان نہ تـوڙجي ڪڏهن،
جُهڪي گل کي سنگهڻ گهرجي.

چڪور کان چنڊ تو پڇي تہ ڪئين،
چانڊنيءَ کي اڄ چمڻ گهرجي؟

محفل ۾ اچي تو جام گهري،
حوصلو رقيب جو ڏسڻ گهرجي!

آهي دلِ "عزيز" جي رانديکو پر،
خيال سان تو کي کيڏڻ گهرجي.



زندگيءَ کي هُيا اسباب هزارين پَر ڪتي!
اسان ويران گهٽيون ۾ تُنهنجا گذر ڪتي؟

رقيب ٿي پُڇيا پار اسان ڪان پنهنجي يار جا،
۽ ويو پُڇي طوفان نہ تُنهنجو گهر ڪِتي!

هُن جي ڳوٺ ۾ جو آهن اڄڪلهہ پٿر گهڻا،
ٿيا پنڌ پَهڻ سَپ ماڻهو، هُيا پَٿر ڪتي!

ڪَري تمنار ٿي پَري پاڪر مَنجهہ بَهار،
ڪَيو خزان پي نہ ڪڏهن اسان کي درگذر ڪِتي!

وئي تو ۾ ٻُڏي، توٽي لُڏي لَمي گهٽي دِل،
اگر بچي ها دِل، سَڄي ها معطبر ڪتي!

پاڻ تہ ڳوٺن ۾ ئي وياسين وڃائجي ”عزيز“
دِل کي ڪري ها بخش تنهنجو هي شهر ڪتي!



دِل پنهنجيءَ سان هاڻي نہ حُجت ڪبي.
مري وڃبو پر نہ ڪڏهن محبت ڪبي.

جنهن محفل ۾ نہ رقيبن تي بندش هُجي،
اُن محفل ۾ پُلجي بہ نہ شرڪت ڪبي.

تنهنجي راهہ ۾ ڪندا جي پيرن ۾ لڳا،
تن ڪندن کي ڪڍڻ جي نہ زحمت ڪبي.

دِل پنهنجيءَ کي حوصلو قيامت جو آهي،
دِل پنهنجي مٿان برپا ڪا قيامت ڪبي.

هُن جو تير نہ سيني مان ڪو ٻاهر ڪڍي،
مرڻ کان اڳي اهڙي وصيت ڪبي.

تون مهمان هُوندئين خاص اُن محفل ۾،
جنهن محفل ۾ گلن جي دعوت ڪبي.

جنهن ۾ خواهشون بہ "عزيز" جون ٿي دفن سگهن،
محنت سان تيار ڪا نئين تربت ڪبي.



راتين جي سَرگوشي جُگنو ٻُڌن ٿا،
نيڻ ٿي نيڻن کي رُوبرو ٻُڌن ٿا.

تورو آهستي ڳالهاءِ! صَنم بي خبر،
ستارا پيا پنهنجي گفتگو ٻُڌن ٿا.

تُنهنجي پيرن ۾ شوريده خاڪِ عشاق،
فرياد اسان جو گهنگهرو ٻُڌن ٿا.

پيار کي ٻُڌن ٿا بادل ۽ بهارون،
سُونهن کي گُل ۽ خوشبو ٻُڌن ٿا.

اسان جون صدائون ٻُڌن ٿيون بَهارون،
پکين کي پيرا هُوبَهو ٻُڌن ٿا.

ٻُڌن ٿا هُتي ڪا سراپاءِ سفر،
"عزيز" هو سراپاءِ جُستجو ٻُڌن ٿا.



دُنيا ۾ دُنيا جي ڪم ڪار ۾،
ها! دِل نٿي لڳي هِن سنسار ۾.

ڏک پوئنرن جيان هِن دِل تي مڙيا،
من معطر ٿيو ڪنهن جي پيار ۾!

تون منهنجي من ۾ تي ائين ٻرين،
جيئن ڏيئو ٻري ڪنهن مزار ۾!

منهنجي من جي مؤسم به عجب آهي،
گل خوابن جا ٿا ڪومائجن بهار ۾.

مان هار پنهنجي تي ٿيس خوش گهڻو،
ڏسي پنهنجائپ تنهنجي انڪار ۾.

منهنجي دِل ڪي هو تنهن جو شوق يا،
تا ۽ گهڻو هو هُن جي ترار ۾!

هاڻ شاعري ڪرڻ ڇڏي تون عزيز!
وقت گذار ڪنهن ٻئي ڪاروبار ۾.



تـجي كـيـئـن مـصلُوب، سـكـڻ هـلـئـون،
عــاشــقــيءَ جا اسلُوب، ســكــڻ هـلـئــون.

سِكـڻ هـلـئــون اڄ كـوئـي سـبـق نـئـون،
مـَرن تـا كـيـئـن مـجذُوب، سـكـڻ هـلـئـون.

كـيـئـن تـو بـنـجي زهر، حـيـاتِ جا ودان،
سقراط كـان پـيـئـڻ مشرُوب، سـكـڻ هلئون.

اســان تـہ وڃـون تـا سـكـڻ سـلـيـقـا مـرڻ جا،
تـون بہ هـلـنديـن مـحـبُـوب! سـكـڻ هـلـئـون.

اسـان كـان گـهـٽـو بـهـتـر آ رقـيـب اسـان جو،
كـيـئـن خـنـجر هـٽـي ٿـو خُـوب، سـكـڻ هلئون.



مــحَوِ گــفــتــگو رهــي تــي،
دِل جي روبـــرو رهـــي تـــي.

گُلـن جي زنـدان مـنـجهــ،
قــيــد خوشــبــو رهـي تـي!

نـگـاهـ كـان گـهـٽـو دُور ءِ،
دِل جي دويـــدو رهـــي تـــي.

اُن كـي نـ چراغان كـريـو،
جنهـن گـهـر ۾ هُو رهي تـي.

منزل پـڄيو تـ تـو كي "عزيز"
كنهن جي جستجو رهي تي!



راهه و رسم به نٿي رکين،
دِل مٿان ستم به نٿي رکين.

دِل اشڪبار به ناهي ڇو؟
نيڻ پرنم به نٿي رکين!

شور شرابي ڪان به پري تون،
دِل گُم سُم به نٿي رکين!

مهر و وفا ڪان به تون پري،
نگاهِ ڪرم به نٿي رکين!

مان خوش فهميءَ ۾ مبتلا،
تون ڪو وهم به نٿي رکين!

رقيبن لاءِ ڪوليا تو شفا خانا،
اسان لئه پر مرهم به نہ ٿي رکين!



پَرچڻ لاءِ چڱو تُنهنجو رُسڻ لڳي ٿو،
جيئڻ لاءِ ضروري هاڻ مرڻ لڳي ٿو.

گُلن کي آهي تُنهنجي رنگن سان ريس،
۽ هرڻين کي ڏکيو تنهنجو هلڻ لڳي ٿو.

جَوانيءَ ۾ جيڪو چئي سگهيس ڪونه،
پيريءَ ۾ ڏکيو سو، چَوڻ لڳي ٿو!

خيالن منجهه گم ٿي وڃن ٿا گُلاب،
چمن مان جڏهن هُو هلڻ لڳي ٿو.

پنهنجي پيرن کي ڏسي نٿو روئي مور،
تنهنجو هلڻ ڏسي هُو رئڻ لڳي ٿو.

آهي چند پُڇيو ته ڇاڪاڻ "عزيز"
پري تو کان پاڇو به رهڻ لڳي ٿو.



ڪيــڏا رنـگ انڌيـري ۾،
گُل ڦـتـن تـا ڪـمـري ۾!

اڪـيـون توپـي آيـس مـان،
گـوري تُنهـنجي گـجري ۾.

ڪيڏي مُنهنجي رات اُداس!
تـنـهـائـيءَ جي پـيـري ۾.

اُلجهـي وڃڙي پَـئـي هـي دِل،
لاڙيـچي ڪنهن گـگهري ۾.

ڇُهندي بـڻجي شعلو ويـئي،
سَوڙ هيـنـان سـيـاري ۾.

دنـيـا جا سـپ رنـگ ترنـگ،
عـشـق جي هِن زِمـري ۾.



تمثيل هُئي، هوُ استعارو هُئي،
جذي جيءَ جو سهارو هئي.

هُوءَ تہ هئي ڪا سامانِ زيست،
گُوندر منجهہ ڪو گذارو هئي.

نگاهن سان پنهنجي ٻُهاري هُو،
ڪٿي ڳوٺ ويئي جا سارو هُئي.

چون ٿا ماڻهو شهر جا هُن لاءِ،
هُو ڏينهو ءِ دِل هي جارو هئي.

پاڻ ڪي چوندي هئي چَري، ءِ،
اسان ڪي چوندي پيارو هئي.



آهي زندگي مختصر جو غم!
نا تمام هِن سفر جو غم!

جو مُنهنجي سيني ۾ تتي پيو،
مون کي آهي اُن خنجر جو غم!

خلوص مان بچائي جو گلاس ۾ رکيم،
قاتل کي آهي تنهن زهر جو غم!

جو نه لڳو هئس سڌو پيشانيءَ تي،
هو مجنونءَ کي اُنهيءَ پٿر جو غم!

چو مون کي ٿو اڪثر پريشان رکي،
ويران دل دربدر جو غم!

ڳوٺ جي هِن ”عزيز“ کي چئه!
ته نه ڪري هُن شهر جو غم!

پنهنجا درد آهي، پلجي ويو،
ڏسي لوڪ حيدر(1) جو غم.



(1) حيدر بخش، شاعر جو ماٽائو نالو.

## نظم ۾ لٽل پکين جي ننڊ

دِل ڇا وري جوان ٿيندي؟
ڇا وري تنهنجي زلف جو بند اُن مٿان ڪمند وجهندو؟
وري مٺ ڪشيءَ جون موسمون موٽي ايندون،
ڇا وري مٺڪڙو تنهنجي اکين ۾ ٻُڏندو؟
تنهنجي لب ڪشائيءَ سان وري، تاڪ فلڪ جا وا ٿيندا!
۽ سٽ ڪهڪشائن جو منجهيل، ڏاڳو ڏاڳو ٿي کُلندو،
ڇا وري تنهنجي قدمن جي آهٽ سان،
ننڊ پکين جي کي آرام ملندو!
۽ اسان کي بہ ڪو انعام ملندو؟
ڇا وري تنهنجا اورانيا، چيٽ ۾ هر ڪيت کي ڪيڙيندا؟
۽ خواهشن جي جهار تنهنجي هر آرجي سنگ کي،
خالي ڪري سوچيندي!
هي ڇٽني مؤسمن جو ذائقو،
هوا جي هِڪ جهوٽي ۾ ڪنهن سمايو آهي؟
راز تنهنجي ناز جا وري فاش ٿيندا ڪڏهن؟
ڪونجن جي قطار کي وري نهار ۾ پوئيندئينءَ ڪڏهن؟
معاملا تو وٽ نبيرڻ ايندا قافلا پوپٽن جا،
۽ گداگر گلابن جون جهوليون،
لمس جي خير سان تون ڀريندينءَ ڪڏهن؟
سوداگر ڪنهن ڪيچ جا،
سلف سون جو تو وٽ وٺڻ وري ايندا ڪڏهن؟
۽ سامان جن جي سموري سفر جو،
رکي گِروي،
چاهه ڇپنيءَ ۾ پَري،
تن کي تون ڏيندئينءَ ڪڏهن؟
اسان مٿان مهربان وري ٿيندئينءَ ڪڏهن؟!



## بغداد

اڄ بغداد ۾،
بمن جو ڪارپيٽ وڇائجي ٿو،
۽ عراقي ٻارن کي اُن مٿان ننڊ اچي ٿي،
اهڙي ننڊ جنهن مان هو ۽ سندن خواب،
وري ڪڏهن به جاڳي نه سگهندا!
ڪاري رات،
سموري دنيا جا حساس ماڻهو،
بغداد جي روشن ڪيل شمع فروزان ڏسندا رهيا،
۽ سمهي نه سگهيا!
پر ان سان ڪهڙو فرق ٿو پوي،
ننڊ ئي ته سڀ ڪجهه ناهي،
موت ڪي به ته پنهنجو وجود آهي،
جنهن جي آغوش ۾،
هڪ ئي رات ۾ هزارين شهري،
پنهنجي بچيل حياتي ۽ معصوم ٻارن سميت،
وڃي سدا لاءِ سُتا!
اهڙن ٻارن ۾ ڪيترا ته اهڙا به هُئا،
جن کي اها به خبر نه هُئي ته صدام ڪير آهي؟
عالمي امن ڇا کي چئجي ٿو؟
آمريڪا ملڪ به آهي يا ڪا وحشت؟!
بش ڪنهن جو نالو آهي؟
ڪُتي ۽ ماڻهوءَ ۾ ڪهڙو فرق ٿئي ٿو؟
اُنهن جو ته بس ماءُ جي هنج سان رشتو هو،
جنهن کي ٽوڙڻ لاءِ،
آمريڪا ڪاري رات،
بغداد ۾ بمن جو ڪارپيٽ وڇائي ڇڏيو.



● بغداد مٿان ڪيل آمريڪي حملي دوران لکيل نظم.

## عراق

مِنا مُرسل ڪتي آهين!
سؤڻ تنهنجي جو شهر خاموش،
بمن جي باهه ۾ لرزي ٿو،
ننڍڙي قبر گلاب جهڙي،
علي اصغر جي لرزي ٿي،
بدنصيب شهر بغداد ۾،
پائر ننڍڙا ڇڻ سڪينه جا،
اکين ۾ تن جي اڄ وري،
ڪهاڻي ڪربلا جي لرزي ٿي.
۽ زمين جنهن تي سجدن جي چادر،
وڇائي تنهنجو حسين ستو هو،
لڙڪ اُنهيءَ ڌرتي جا،
اڄ نجف جي ڳلن تان ڳڙن ٿا،
۽ پريان شهر بصري جو،
جتي ساک گهٽي هئي،
رابعه جي سيني سجدن کي.
گهٽو سو به سڙي ويو،
جيڪو بچيو آ سو لرزي ٿو.
ٻيڙيون ننڍڙن ٻارڙن جون،
شعلن جي سمنڊ ۾ ٻڏن ٿيون،
تارڻ لاءِ تن ڪشتين کي،
دعا دستگير جي لرزي ٿي،
منا مُرسل ڪتي آهين...!



## دارالامان

جنھن گھر کي ڇڏي تون پيچين ٿي،
تنھن گھر جي ھڪڙي ڪمري ۾،
ھڪ پوڙھو شخص سُتل آھي،
جنھن جي توسان دِل آھي!
جنھن پنھنجي مثل امڙ جو،
نالو تو مٽان رکيو ھئو،
۽ توکي "امان" چوندو ھو!
تنھن پوڙھي پيءُ جي پيرن وٽ،
جا مائي ٻيڏڙي ليٽيل آھي،

ڇا ان سان تنهنجي واقفيت آهي !
جنهن اوچاڳيل پنهنجن نيڻن ۾،
تو لاءِ سپنا ترسايا هئا.
۽ ويڳر سان تنهنجن وارن ۾،
ڪيئي لڙڪ لڪايا هئا.
۽ جنهن ڦلي پنهنجي ڦلهيار ڪري،
تولاءِ ڳُڏيون آنديون هيون،
۽ ميهڙ جي مينديءَ سان ڳڏ،
تولاءِ خوشيون سانڍيون هيون!
ڇا اُن جو نالو ڄاڻين ٿي ؟
تورو ڪيس سڃاڻين ٿي ؟

●

ها پر تُنهنجو ڏوهه به ته ناهي،
عشق آ ڪو ڊوهه به ته ناهي،
پاڪر ۾ پري پرپائي تو،
۽ هوُ توکي سمجهائي تو!
هن ڳوٺ تنهنجي ۾ رکيو ڇاهي ؟
هت دشمن سڀ جوانيءَ جا،
هي توکي ڇا سنڀاليندا!
هي محتاج هڪ هڪ مانيءَ جا،
روز ٻُڌي ڇا ٽڪي ناهين،
قصا سندن پريشانيءَ جا!
توکي ڏسي ٿا روز وڏن،
گهنجَ سندن پيشانيءَ جا،
جن جي رشتي منجهه رُلي،
تو ويهه ورهيه آ قيد ڪٽي!!

هي اڃي ڏاڙهي پٽهين جي،
ڪجهه وارن کان وڌ ڇاهي ؟
۽ پوتي پراڻي ماٿهين جي،
ڪُجهه ڏاڳن کان وڌ ڇاهي ؟
۽ در تي ٽنگيل پُراڻو پٽڪو،
توکي ڇا روڪيندو؟
۽ وڇڙيو جي منهنجي پيرن ۾،
ڇيهون ڇيهون ٿي ويندو،
پيوند پيوند اڳ ۾ آهي،
پوءِ اڳڙيون ٽڳڙيون ٿي ويندو،
جنهن جا ٽڪڙا ميڙيندي،
نيٺ تہ ٽڪجي پوندو،
۽ هي پوڙهو پيءُ تنهنجو،
پڪ تہ توکي ٻلجي ويندو!

●

هي ڪرهو ارهو عشق جو ڏس،
ڏانوڻ ڪيئن نہ ڇنائي ٿو،
توهو جنهن جو سورج سيڪيو،
ڪميتن کي شرمائي ٿو،
صحرائن جون واديون وٿيل،
هُو نوڙيون نہل ٻانئين ٿو،
جنهن جي وڪ ۾ وڃ وراڪا،
سو ڪيئن اسان کي مارائيندو!
سج لهڻ کان اڳ ۾ هو،
نيل گگن ۾ پهچائيندو!
دوُر فلڪ تان توڙي ايندو،

چنڊ اسان لئہ ڦول ستارا،
جن مان گجرا جوڙي گوري،
تُنهنجن وارن ۾ مهڪائيندس،
۽ سُونهن سڄي سنسار جي،
تنهنجي منڊيءَ ۾ مڙهائيندس!
جنهن جي تڪ ۾ سڀ زمانو،
سربستہ تنهنجو غلام هوندو،
حيرت ڪدن جا هيرا هڙئيئي،
گهڙي گهڙيءَ جو انعام هوندو،
چانڊنيءَ ۾ ڌوپي ايندا،
تُنهنجا سارا ويس وڳا،
ڳچيءَ ۾ ڳٽي وجهندس،
ڪيئ ڌارا جا سورنهن سڳا!!
ها پر اُن هوندي جي،
توکي ڇڏي وڃان رستي تي،
منهنجي ڪا مجبوري ڌسجانءِ،
ڪم هوندو ضروري ڌسجانءِ،
بابا کي بند ٽاٽي ڪندا،
امڙ جي لاچاري ڌسجانءِ،
پيٽ جو سگ ڌنڊ ۾ گهرندا،
ظالمن جي سرداري ڌسجانءِ،
۽ اهڙي جي ڪا "اٽبٽت" ٽئي،
تون يادن جي سائبانَ ۾ رهجان،
يا ڪنهن دارالامان ۾ رهجان.



• پيار جو پرٿو ڪنڌڙچوڪريءَ جي حوالي سان لکيل نظم.

## خوابن جا اڻيل ريشمي ڌاڳا

سوچيان ٿو دنيا جو ڇا بگڙي ها؟
اوهان جي پهلوءَ ۾ جي عُمر گذري ها!
وجود کي رات جي چادر اوڙهي،
خوابن جا ريشمي ڌاڳا اُڻيون ها،
ساهَن جون ڏوريون ڇپن ۾ جهلي،
آڱرين سان بدن جا رستا ڳوليون ها،
پسيني جي هلڪي چادر مٿان،

بي سبب بي ترتيب نقش چٽيون ها،
گلن جي پاڇن ۾ پل کن ويهي،
زمين تي نالا اسان ٺهي لکون ها،
ٿڪن ۾ ويٺون ها بي سبب اُلجهي،
گڏ هوندي به هڪٻئي جو انتظار ڪريون ها،
بي سبب کلون ها بي سبب پئون ها روئي،
بي سبب بدن جا تر ڳڻيون ها،
کلندي کلندي پئون ها روئي،
رُئندي اوچتو ئي کلي پئون ها،
چهرا هڪٻئي جا هٿن ۾ جهلي،
هڪٻئي کي ڪلاڪن تائين ڏسندا رهون ها،
اچي ها اسان کي اوچتو ننڊ جي،
ڪلهن تي مٿا ٺهي ٽيڪي ڇڏيون ها،
هر سال نڪرون ها ڏور سفر تي،
هر سال پکين سان دوستي رکون ها،
روز هلجي ها خوشين جي دوار،
روز اسان عيدون ملون ها،
ڪنهن جي ڏسڻ جي نه پرواهه اسان کي،
وقت ڪٽي جو ڪنهن کي ڏسون ها،
نه اجازت جي، مرضي جي پرواهه اسان کي،
نه اخلاق جا ڪردار جا سرٽيفڪيٽ وٺون ها،
نه نوڪري جو پينشن جو فڪر ڪوئي،
نه دڙڪن کان اگ ۾ ئي اسان ٻچون ها،
سُمهئون ها ٻانهُن جي سراڻي سدا،
خوش هجون ها ٻنان ناٺي سدا!!!



## خوشبو ڪاري ناهي ٿيندي

عشق جا سڀ رنگ گلابي ٿين ٿا،
۽ سُونهن جا سڀ روُپ روشن.
اوجاڳن جون ماربل اکڙيون،
ڻاندن جيان سُرخ ٿين ٿيون.
واعدن جا ساوا ٽوپا،
پيار جي نيري اُفق کي وڏيڪ رنگين ڪن ٿا.
گلابن جو رنگ ڀل ته ڪارو هجي،
اُنهن جي خوشبو ڪاري ناهي ٿيندي!
عاشقي ڪاري ناهي ٿيندي!
زندگي ڪاري ناهي ٿيندي!



## گُمان ۾ آباد محبت جو ديس

گُل ٽِڙيا ڪنهن ٻئي ديس ۾ هُوندا،
ڪنهن ٻئي ديس ۾ هونديون خوشيون،
دِليون ڪي ٻيون هونديون جَن ۾،
ٽِڙيون اُميد جون مُڪِڙيون هونديون،
ڪي ٻيا هوندا ڪون و مڪان جتي،
مَحوِ رقص هونديون جوانيون،
جوانيون هونديون جتي نہ سزائون،
هونديون جتي آزاد زندگيون،
زنجيرن جي دستڪ نہ هُوندي درن تي،

تالا نہ پوندا سَرِ شام گھرن تي،
عام عام هُوندي، جام جام رات،
چُمين جا ٽڙندا، گلاب ڳلن تي،
ڪو پيو ديس هوندو، جتي اي دوست!
زخم هوندو، نہ ڪائي مرهم هُوندي،
اکڙين ۾ نہ لڙڪن جي رم جهم هوندي،
ستارا ستارا سپنا هوندا،
ننڊ ۾ ويڙهيل شبنم هوندي،
بند تاڪن پويان ڪنوارا بدن،
پسيني جي هلڪي چادر اوڙهي،
ننڊاکڙن نيڻن سان جاڳندا هوندا،
ڪنهن ٻئي ديس ۾ هونديون،
ڪُونجون قطاريل!
فيل مست جوانيون، جَن جون نہ جتي،
سنسار ۾ سوچون ڪتريل هونديون،
جتي نہ حشر محشر جو ذڪر،
نہ هوندا عقيدن جا چيتا جتي،
نہ خوف جو رڻ، نہ هرٽيون ڏنل،
اکڙين جا تڪل نماڻا چپر،
جن ۾ ختم نہ ٿيندڙ ڪهاڻيون هونديون،
ٻانهن جي حصار ۾ جڪڙيل راتيون هونديون،
ڏُک ڏُک لهنديون مڌ جيئڻ اَمر،
ڪنهن ٻئي ديس ۾ هونديون مست جوانيون،
سلسلا سونهن جا، زندگيءَ جا،
گُل ٽڙيا ڪنهن ٻئي ديس ۾ هُوندا!!



## تبديلي

خاموش هَوا، پريشان چهرن کي جنم ڏيئي تي،
پکي ننڊ وجائي، آکيرن جي بسترن تان اُٿن ٿا،
شام تنهائيءَ جي بنديا مک تي سجائي،
ڳلين منجهه گهمي ٿي،
پاڙي وارن جي زبانن تي رقابت جا ڪانوَ،
نفرت جو جلوس ڪڍن ٿا.
ستارا عاشقن جي هٿان ٽٽي پون ٿا!
هِن شهر جي شام وٽن تي سُمهي چُڪي آهي،
رَنگ خوشبوءَ سان مَحو رقص آهن،
وچوڙو محبت جي قيد خاني ۾ عمر قيد آهي،
غيبت جا گدڙ زبانون ڪترائي چُڪا آهن،
چنڊ سمنڊ جُون تصويرون ڪڍي رهيو آهي،
مسڪراهٽن جي سزاءِ موت ختم تي چڪي آهي،
پاپلون پيانک خواب مان چرک ڀري اُٿيون آهن،
ڏينهن رات جي هٿان يرغمال بنجي چڪو آهي،
۽ نيڪ اُن وقت،
اسان ٻئي،
بند ڪمري منجهه،
ڳل پو کي رهيا آهيون!!



## آخري شام جي هِڪ اُداس لولي

مُنهنجا پُٽ!
جيڪا ميندي،
تُنهنجن هٿن تي لڳڻي هُئي،
سا مُون، پوپٽ جي پرن تي لڳائي آهي.
تُنهنجا خواب رابيل بڻجي،
تُنهنجي قبر تي ڦٽا آهن!
دشمن جو گهاءُ، سورج بڻجي،
تُنهنجي سيني تي روشن رهندو!
مان ننڊ جي باغ ۾ خوابن جو هندورو جهوليان تي،
۽ توکي لوليءَ ڏيان تي.
هي شام توسان گڏ سمهي ٿي،
مُنهنجا پُٽ!
تون بہ سُمهي رهہ!
تون بہ سُمهي رهہ!
چو تہ بهار بہ سُمهي رهي آهي،
شهر خاموش آهي چوڌس،
پکين جي اُڏار بہ سُمهي رهي آهي.
صحرا آهي مَحو خواب،
سمندر جي پڪار بہ سُمهي رهي آهي.
هرٽيءَ جو خوف بہ وجي ستو،
چيتي جي نهار بہ سُمهي رهي آهي.
منهنجا پُٽ!
تون بہ سُمهي رهہ!
تون بہ سُمهي رهہ!.



## چنڊ جا اڪيلا نيڻ ۽ هڪ مشهور تنهائي

ننڊ جي باغيچي ۾،
خوابن جا گلاب ڦٽن ٿا.
بهار وٽن ڪي خوابن مان اُٿاري ٿي،
پن ڇڻ وٽن جون آڱريون ڪپي ٿي،
سُونهن جي سرحد تي رقابت جي لُڪ لڳي ٿي،
۽ خوشبو گُلن جي جهوليءَ ۾ جهولي ٿي.
سورج!
ڌرتيءَ جي سيني تي شام جي چادر وڇائي،
پهاڙن پويان دِل وڃائي سُمهي ٿو.
چنڊ شاعر جي دِل وانگي اڌو اڌ ٿئي ٿو.
سمنڊ جي اڱڻ تي لهرون،
پايل ٻڌجي ڇمڪن ٿيون.
۽ جڏهن ستارا،
خلا جي ڪڙڪين مان جهاتيون پائي،
مون کي ڏسن ٿا،
ته هُوءَ ياد اچي ٿي،
تنهائيءَ ۾ اڪثر ياد اچي ٿي!!



## عقيدي جي ورقن ۾ قيد ڪيل مور جي پرن جهڙي ڇوڪري

لوڪ داستان جهڙي ڇوڪري،
ڇپن تي جا اچي نه سگهي!
وجود هن جو رُلي ويو،
سپنو هو بدن جنهنجو،
جنهن بنان اسان جي مؤت هئي زندگي،
زندگي پوءِ به گذرندي رهي!
مئڪدي جي در تي،
هنجي گهٽيءَ ۾،
ڪرياسين ٽڙياسين، ۽ وري اُٿياسين،
جي نه سنڀاليو اسان کي، ٻانهن اوهان جي،
ته مڌ ۾ وري وري تي ٻڏاسين، ترياسين.
۽ اوپري پاڪر ۾ جي آياسين،
ته خيال هنجي تي جهيڙيو اسان سان.
۽ تڏهن خوشبوءَ ۾ وهنتل شامِ تنهائي،
دِل ۾ تي لهي آئي.
تنهائيءَ جهڙي ڇوڪري،
جنهن کي مور جي پر وانگي، عقيدي جيان قيد ڪري،
رسمن جي صحيفي ۾ بند ڪيو ويو،
تنهن مٿان راز مينديءَ جو نه کلي سگهيو!
جنهن جي وجود جي ڏيئي تي،
سرگوشين جا نه ڪڏهن پکي لٿا!
جنهن جي بدن جي سراب ۾ نه ڪو وڃائجي سگهيو!
جا پڳهر ۾ ڪڏهن نه وهنجي سگهي!
لوڪ داستان جهڙي ڇوڪري!!



## شهيد ٿي ويل خاموشي

حيدرآباد جي زخمي جهول ۾،
مُنهنجا ساٿي،
شهيد سپاهين جيان خاموش آهن!
شهر جُون هَوائون،
بيواهه جي آهُن جيان محسوس ٿين ٿيون،
اسان جا گهر ڪربلا جا خيما لڳن ٿا!
اولڊ ڪئمپس ۾ پناهه وٺندڙ پارڙن جون دانهون،
چؤطرف گونجندڙ ٻانگن ۾ گم ٿي رهيون آهن!
انسان دوستيءَ جو جذبو،
دربدري ۽ رسوائيءَ ۾ مُنهن لڪائي ٿو!
قوم ۽ نسل جي سڃاڻپ،
هاڻي مشڪل ناهي قاتل جي سڃاڻپ!
ماڻهپي جي سزا مقرر ٿي موت آهي،
رقصان هتي جابجا موت آهي.
اسان جون مهربانيون، اسانجون مهمانيون،
ڏند ڪڍي اسان مٿان کِلن ٿيون.
تنها، اسين اڪيلا آهيون،
اجڙيل چڻ ڪي ميلا آهيون،
شهر برباد جي زخمي جهول ۾،
۽ حيدرآباد جي زخمي جهول ۾.
شهيد ٿيل خاموشيءَ جو لاش ڳوليون ٿا،
انسان دوستيءَ جو لاش ڳوليون ٿا!!!



## هِڪ سوال پکين کان بہ پُڇو

هِن عشق جي قيمت ڇا ٿيندي آهي؟
ڪير ڄاڻي تہ محبت ڇا ٿيندي آهي؟
دلين جن پاڙون ٿو اکيڙي ڪير،
حُسن جي طاقت ڇا ٿيندي آهي؟
ڇا ٿيندو آهي سفر سمندر جو،
پکين جي ٿڪاوٽ ڇا ٿيندي آهي؟
قدم ڪيئن ٿا وڌن دار ڏي،
آرزوءِ شهادت ڇا ٿيندي آهي؟
ڪيئن ٿا لٽجن، ڪٽجن فصل پيار جا،
نامرادين جي غربت ڇا ٿيندي آهي؟
اوهان کي هو درڪار ڪٿي سَمجهڻ،
عَدل ڇا هي، عدالت ڇا ٿيندي آهي؟
سُهڻيءَ کي خبر ڪهڙي درياءُ دليءَ جي،
درياءَ ڇا ڄاڻي، شرافت ڇا ٿيندي آهي؟
وصال کي هُنا ڪٿي مثال محبتن جا،
ءِ پرواني جي عادت ڇا ٿيندي آهي؟
قفس تي پُڇيو ڪالهہ پکين کان،
سفر ڇا هي، مسافت ڇا ٿيندي آهي؟
اسان کي گواره ڪِٿي گلا عاشقيءَ ۾،
اوهان ئي ٻُڌايو تہ قدرت ڇا ٿيندي آهي؟
صداءِ يزدان هُني ڪالهہ صحرا ۾ گونجي،
قيس! ٻُڌاءِ تہ قيامت ڇا ٿيندي آهي؟!



## هِڪ گنهگار گُل جو آباد ڪيل چمن

تيو حُسن جَوان تہ عشق پار تيو،
هوشيار، خبردار اڄ وري سنسار تيو!
وري ڦتا فصل تهمتن جا،
گوشہ نشين وري اقرار تيو.
اسان جي شوق جي هي نفاست هُئي،
نہ تہ شڪاري ڪڏهن پڻ شڪار تيو!
مشائخ وقت کي هُيو گواره ڪٿي،
رَسوا دربدر، گُل گنهگار تيو.
نگاهن تي چوڪيون چوڏاري اڏيون،
لَهُو اسان جو سامانِ بهار تيو!
هَوا کي هُيا فرض پيامبريءَ جا،
صياد اڄ وري خبردار تيو.
ثابت ڪٿي هو گريبان اسان جو؟
اڄ ڦاٽو ائين جو تار تار تيو!
اوهان جي سنگدلي، ڇا ڪافي نہ هُئي!
عشق ڇو ائين وري سنگسار تيو؟
اسان جي خون سان تيو رنگين مقتل،
پريشان قاتل، شرمسار تيو!
جو ڪالهہ تائين هُيو فقط اسان جو،
اڄ زماني جو سودلدار تيو!
ڪليون تِي ڦُتيون، ڦڙيون لهوءَ جون،
سندءِ جوين گل و گلزار تيو!!



## مُنهنجي مِٺي امان

اڄ ٻہ ياد آهين اَمان!
مٺي جي مهيني ۾ پنج سال اڳي،
تو اکيون ٻوٽيون تہ ڄڻ دل مُنهن موڙيو هو،
قسمت اَسان کان ۽ خوشبوءِ کان گل مُنهن موڙيو هو.
پکين جيان ٽي پنک پکيڙيا تو،
داٿا پيار جا ٽي ميڙيا تو،
اسان جي ٽيڙ ٽي، دِل تنهنجيءَ کي ٽيڙيو،
سُورن جو عُمر ڀر تو فصل کيڙيو!
هِي موت هُيو يا عدم جي سفاڪ کا پُکار هُئي،
خدا سڏيو تہ هُو اڳ ۾ئي تيار هُئي!
بي ڇٽن گهنگهور گهٽا وانگي،
گهُلي اسان مٿان هوا وانگي!
اڳي گهر ۾ ۽ هاڻي مَن ۾ رهي ٿي،
يادن جي پوکيل چمن ۾ رهي ٿي.
هن احساس جي معنيٰ ڪنهن نصاب ۾ ناهي،
هو بي لوٽ هُئي، بي انت ڪنهن حساب ۾ ناهي.
ماءُ جي ناءُ کي وٺي ڪٽي پاڻ سان،
ڪَکَر کي، چانوَ کي وٺي ڪٽي پاڻ سان!
ڇَون ٿا ناراضگي چڱي ناهي،
پنهنجن کان بيگانگي چڱي ناهي،
ٽي سگهي تہ هن بهار ۾ اسان ٻہ اچئون،
تُنهنجي نئين سنسار ۾ اسان ٻہ اچئون!

پَر تيستائين زندگيءَ جو ڇا ٿيندو؟
دِل هِن بي چئني جو ڇا ٿيندو؟
پاڻ کان وسران تہ وسران تون نٿي وسرين،
ڇو اسان جي دُوار تون نٿي اچين؟
هِي موت يا قضا جي حاضري آهي،
جان جي جگر کان بي خبري آهي!
موسمن جون بگيون ٿيون گذرنديون وڃن،
عُمر جُون اسٽيشنون ٿيون گذرنديون وڃن!
زماني جو ڇيتو ٿو ڇنگاڙي اسان مٿان،
۽ تقدير پيِ ٿي ڏاڙهي اسان مٿان!
مان تہ روين جي خشڪ ساليءَ ۾ اُپري نہ سگهيس،
چاهيو گهڻو ٿي هُيو پر گڏ توسان مري نہ سگهيس!
زندگي ڪيڏي نہ مختلف هُئي،
شرارتي ٻار جيان بي تڪلف هُئي!
ننڍ مان اُٿي اسان کي ڏسڻ،
سيءَ ۾ چادر مٿان وجهڻ،
موسمن کان اسان کي بچائي رکڻ،
سنيالي اسان کي لڪائي رکڻ،
سبزءِ زار تُنهنجي محبتن جا هُيا،
قصا بي شمار تُنهنجي محبتن جا هُيا!
آگرين تي تن جو شمار ناهي،
دِل آهي پَر دِل کي قرار ناهي!
ٿيون مندون مهڪن تُنهنجي پسيني سان،
اسان جي نٿي لڳي مٽي جي مهيني سان!!



● امڙ جي ياد ۾ لکيل نظم، جنهن ڇهين مئي، اوڻويهہ سؤ ڇورانوي ۾ وفات ڪئي.

## بي انصافيءَ جي نڪتل "بليڪ اينڊ وائيٽ" تصوير

زمين تي ائين ئي ڪُجھ ٿيندو رهيو آ،
فلڪ! تُنهنجي حيراني سمجھ ۾ نٿي اچي.
هِي ظلم هي درندگي نئين تہ ناهي،
پٿرن جي بندگي نئين تہ ناهي،
نوان ناهن ڪاروبارِ حيات،
هي رَوِش اڏنگي نئين تہ ناهي،
انسان ازل کان تڙپندو رهيو آ،

زمين تي ائين ئي ڪُجهہ ٽيندو رهيو آ!
الزام زندگيءَ تي تهمتون نيون تہ ناهن،
شب و روز جون ذلتون نيون تہ ناهن،
هُيا رقصان اڳي بہ بدمست قاتل،
دِلين مٿان قيامتون نيون تہ ناهن،
پور پور اندر ٻهندو رهيو آ،
زمين مٿان ائين ئي ڪُجهہ ٽيندو رهيو آ!
هي طبقات جي چڪتاڻ پُراڻي آهي،
هي جذبات جي چڪتاڻ پُراڻي آهي،
هي رُسوائي، افلاس، دستور دُنيا،
هي خرابات جي چڪتاڻ پُراڻي آهي،
مقتل سر عاشقن جا گهرندو رهيو آ،
زمين مٿان ائين ئي ڪجهہ ٽيندو رهيو آ!
هر گهر ۾ عزتون ٻنل هيسيل،
هر صليب تي عيسيٰ اڄ بہ ٽنگيل،
اڄ بہ سَچ آهي مصلوب زِيست،
ڪالهہ هُيو، نہ اڄ ئي آهي سڌريل،
انسان سدائين درندو رَهيو آ.
زمين تي ائين ئي ڪُجهہ ٽيندو رهيو آ!
هاڻي بہ آهي ساڳي زبان بندي هتي،
هر دِل دُکي دردوندي هِتي،
ٿو لرزي وجودِ فطرت اِجان،
سورج ائين لهندو اُپرندو رهيو آ،
زمين تي ائين ئي ڪُجهہ ٽيندو رهيو آ!
فلڪ! تُنهنجي حيراني سمجهہ ۾ نٿي اچي!!



## زخم مٿان ظاهر ٿيل دوا جي رازداري

رستن تي پڻ ڇڻ رقص ڪري ٿي،
مان بہ جيون جُون مِرُئي بَهارُون،
۽ تُنهنجون سارُون پلجي ويو آهيان!
تُنهنجي گهر جا خالي رستا،
اکين ۾ لهندا پيا ويحن ڇڻ ازدها،
ڪمري جي ديوار تي تُنهنجي تصوير،
ائين آهي ڇڻ رُخ بهار تي تُنهنجي تصوير.
هِي دِل، جا يادِ صَبا ۾ وِسامي ٿي،
زيست، دستِ ميسحا ۾ وسامي ٿي،
نيڻن جي چمن پويان گُلن ٿيون،
جوانيءَ جي بند قبا جون رازداريون،
گجرن جي قولن تي ٻُڌايون،
صنم بي وفا جون رازداريون،
اسان جي زخمن تي چاتيون،
اوهانجي دوا جون رازداريون،
هي گهاءُ، جي اسان جي جسم تي لڳا،
نا اُميد، نامراد نيڻ بنجي ويا،
پنهنجي نصيبن جي ڪٿا نہ پڇو دوستو،
رقيب سمورا سيڻ بنجي ويا!
اسان جي مرڻ جا اسباب گهڻا هُيا،
۽ تُنهنجي بي وفائيءَ ڪي جواب گهڻا هُيا!!



## ديواني ٽيڻ جو مڪمل خواب

هِن ئي شهر جي، هُوءَ جا ڇوڪري،
جنهن پڻ پاڇا پنهنجا چانديءَ ۾ ڇپايا،
اُره زورايون جنهنجون، ڦهلجي ويون جا بجا،
ٽي رکيا جنهن دوست ديوانا سپيئي،
ويئي لکندي پيار جا افسانا سپيئي.
هُيا انديشا اسان کي لٽجي وڃڻ جا،
پڻ بهانا ڳوليا سين اڄ وري مرڻ جا.
جاڳ سپني ۾ ٽي لڙکڙايو اسان،
چڻ مدهوشي سان پڻ ٽڪرايو اسان.
خواهشن جا گهُنگهرُو هيا ۽ شهر ۾ شور هُيو،
هُن جي پاڙي جي هَر گهر ۾ شور هُيو.
دلفريب، دلڪش جواني ٽي ويئي،
جوين جي هُن جي مٿان مهرباني ٽي ويئي.
سج وانگي ٽي اُڀري ۽ لٿي اسان مٿان،
مؤسمن جي هُئي تتي ۽ ٿڌي اسان مٿان،
پڻ تقدير جي مهربان ٽيڻ جا خواب ڏنا سين،
ڇو زهر جي درمان ٽيڻ جا خواب ڏنا سين!
هو خواب خيال، احساس و طلسم هُئي،
بدن ڦول هن جو، سوچ ريشم هُئي!
اسان جي ديواني ٽيڻ جا اسباب نہ ڳوليو،
ڇٽيل تاريءَ مٿان گلاب نہ ڳوليو.
هُن جي دوست ٽيڻ لاءِ ديوانگي ڪپي ٽي،
بيگانگيءَ کي بہ بيگانگي ڪپي ٽي!!



## زندگيءَ جي گلدان ۾ مُرجهائجي ويل خوابن جا گُلاب

زندگيءَ جي گُلدان ۾،
خوابن جا گُلاب مُرجهائجي ويا آهن،
مان خواهشن جا سِڪا ڪٽي،
پيار جي بازار ۾ پنهنجو اگهه پُڇان ٿو،
۽ ملان ٿو شهر بيڪنار سان،
هڪڙي گلنار سان!
جنهن جي بنده نوازي مشهور هُئي،
ها پر، پنهنجي بي نيازي مشهور هُئي،
جنهن ٿي اسان کي بيقرار رکيو،
پنهنجو پاڻ کان به ٿي ڌار رکيو.
۽ رهياسين اندر جي اڪيلائيءَ سان گڏ.
گهر ۾ گهر جي اڪيلائيءَ سان گڏ.
پئه پُڇيوسين رُت بسنت سان پنهنجو رشتو،
تنهنجي نسبت سان پنهنجو رشتو،
۽ ڳوڙها اکين مان ڪري پيا ٿي جڏهن،
تو شڪل هٿن ۾ لڪائي ٿي،
خواهش جڏهن به ڪا سامائي ٿي،
ياڳ پنهنجي تي ٿياسين حيران ڏاڍا،
ڪنهن ڳوٺ نندي جي ٻار وانگي پريشان ڏاڍا.
تڏهن ڏٺوسين ته زندگي جي گلدان ۾،
خوابن جا گُل مُرجهانجي ويا آهن!!



## غير سنجيده دِل جو سنجيده عشق

ٻاڦ سمنڊ مان اُٿي ٿي ته مينهن وَسن ٿا،
مينهن وسن ٿا ته گُل ڦٽن ٿا،
گُل ٻوٽي مان ٽٽن ٿا ته گجرا ٺهن ٿا!!
فصل ٿا ڦٽن زمين جو سينو چيري،
ٻيج ڏاهه جي هِن عمل سموري،
ڪُجهه شين جي ڊهڻ ۽ ٽٽڻ جي قيمت ٿي،
ڪُجهه نيون شيون جوڙيون آهن ۽ ٺاهيون آهن.
ها پر!
دِل جي ٽٽي ٿي ته ڪجهه نه ٺهي ٿو،
سَڀ ڪُجهه ڊهي ٿو.
فطرت جي اِها بي خبري ڪيئن ممڪن ٿي!
دِل مان اسانجي دربدري ڪيئن ممڪن ٿي!
اوهان جون ته هُيون پناهگاهه اکيون،
ڪيئي ويون ٿي تباهه اکيون!
زندگي سان اسان جي اٽبٽت ڪٿي هُئي!
هئي پر ايڏي محبت ڪٿي هُئي!
اڪيلو هيو ته ڪيڏو نه پر سڪون هيو درد،
حُسن جو ٺُڪرائيو، ممنون هُيو درد.
اوهان جي ويجهو اچي دُور ٿي وياسين،
خزان ۾ گُل جيان مجبور ٿي وياسين،
پنهنجو ڳوليسين رستن تي وڪريل دل،
هُئي جا ٿو وٽ امانت رکيل دِل!!



## بيگانگيءَ جو اعتراف ديوانا ڪندا آهن

توٽي جو اَڄ رات جي آخري ترين ۾،
اسان به هليا ويندا سين،
اوهان جي گهر کان دُور، شهر کان دُور، نظر کان دُور.
مهرو وفا جا قصا تمام ٿيندا،
جورو جفا جا قصا تمام ٿيندا.
تُنهنجي آغوش جُون هي مهربانيون،
اُداس، بي چئن برباد جوانيون،
دربدري، بيڪاري، بيگانگي اسان جي.
ميجون ٿا ته هُئي ديوانگي اسان جي،
فقط اسان ڪٿي! اهل شهر مَجبور هُيا،
اکين ۾ الماس عشق جا انبور هُيا،
الجهيل زنجيرن ۾ رهيا قافلا عشاق جا،
ٿي ستارن سنڀاليا پلئه تنهنجي پوشاڪ جا،
هُئي لِڪي، لَڇي، شِڪي ٿي چاندني،
رخ يار تي جو نُور، نه سَهي سگهي چاندني،
مکڙين ٿي گُلن ۾ چهرا لِڪايا،
قافلا تو بهارن جا سَرِ راهه رُلايا،
اسان جو خير آهي، اسان جي گُذري ويندي،
يادِ يار ۾ مُناسين ته زندگي اگهي ويندي،
حُسن جي پر عشق مٿان سختي روا نه هُئي،
زهر چو آچيو تو، اگر تو وٽ دوا نه هُئي؟!
تُنهنجي تنهائي ڪيئن اسان ڪِي در گُذر هُجي،
پَرچا ڪجي، اگر دل ۾ ئي تُنهنجو گهر هُجي!!



## هڪ مسافر جي آتم ڪهاڻي

اڄ مُون سان ڳالهائيندي،
تون مون ۾ اُتري ته گم ٿي وئينءَ،
جو گرم ڪرڻ لاءِ چُلهه تي رکيل ڪير،
سڙندو رهيو،
۽ ختم ٿي ويو!
۽ اها گاڏي ڪڏهوڪو نڪري ويئي،
جنهن ۾ ڳوٺ وڃڻ لاءِ مون ڪالهه،
بُڪنگ ڪرائي هُئي!
مُون کي اُهي ڏينهن چڱي طرح ياد اچن ٿا،
جَڏهن پاڻ ٻنهي ذميواريون نڀائڻ جي چَڪر ۾،
نه ڪير ساڙڻ ٿي ڏنو،
۽ نه ئي گاڏي نڪرڻ ٿي ڏني.
پاڻ ٻنهي جي ديواني ٿيڻ تائين،
عشق جي مؤسم گذري چُڪي،
مان سوچيان ٿو،
عقل تالو آهي،
جنهن کي کولڻ تائين،
جوانيءَ جون ڪيتريون ئي بهارون،
گُذري وڃن ٿيون!!



## وڇوڙي ۾ خواب جو سهارو

خواب جَوانيءَ جو،
ياد بسنت جي،
هَوا جو ڪو جهوٽو،
رنگ پوپٽ جو،
هيڪل چڻ ڪڪري،
چنچل ڪا ڇولي،
پيار جي پرولي،
لڳي ٿي هو!
وڇوڙي ۾ خواب جو سهارو،
هٿ مان ڇڏائجي ويل ڪبوتر جو پڙڪو،
سياري ۾ تَتي ٽر جي واري،
پيار جي گيت جو پَڙلاءُ،
بهار جو رهجي ويل هڳاءُ،
رنگ ڇڏي ويل هٿ مٿان ڪا پنيوري،
مُنهنجي مجبوري،
لڳي ٿي هُو!
سِپنو، ڪا آس،
پَن ڇَڻ ۾ ڊنل اڪيلي مکڙي،
خط ۾ موڪليل چُمي هڪڙي،
ڪنهن غزل جي نالي واري مصرع،
ڏور ڏسائن جي اسپرا،
ساعت ڪا خاموش،
نگاهن جي سڏ تي اوچتو ڇرڪي ٿي،
نراس،
ڏاڍي اُداس،
لڳي ٿي هُو!!

❖

## وصال جا آخري ڏينهن

وصل جي پڇاڙڪن ڏينهن ۾،
منيون موڪلڻ سنيهن ۾،
در ڏيڍيءَ پويان لِڪي،
مون کي ايندو ڏسي،
مون کي ويندو ڏسي،
پوندي هُئي تڙي،
هڪ ڇوڪري،
چڻ مکڙي!
۽ اوچانڪ،
در ڏيڍيءَ پويان هتي چُڪي،
خط چڻ سي لکي چُڪي،
پيار چڻ هُو ڪري چُڪي،
مُکڙي گُل ٿي چُڪي،
مون کان اوجهل ٿي چُڪي!



## دل کان ساقيءَ جا ستم وسري ويندا آهن

حُسن جا وشال ريگزار اوهان جا،
۽ ويندڙ وَهيءَ جو هي رنج والم،
پُڪارون زمردي بدن جون پويان،
رڻ ڏي وڌيا پَر ڇو هي قدم؟
گُل هُيا گوشهٔ نشين اوهان ۾،
پهلو هُيو چانڊني جو حرم.
اسان کي هُيو خوفِ خدائي، ورنه،
پُوڄڻ لاءِ ڪافي هيو پنهنجو صنم.
هيو تُنهنجي مُک تي حجاب ائين،
چانڊني ۾ گُلن تي جيئن شبنم.
اسان کي ڪتي هُيا ياد زمانا!
ڪاروبارِ حيات ۽ روزگار جا غم.
ڪتي ها وسريا پاڻ کان پرين،
مٺڪدي جون شامون، ساقي جا سِتم.
جواني اوهان تي ائين لٿي جيئن،
چانڊني صحرا ۾ قدم بہ قدم.
ٻُڌو آ تہ اهان کان ويا ها وٺي،
سمندر لهرون، جهرٽا ترنم.
اسان کي زاهد نہ سبق سمجهاءِ،
نہ تون مهاوير نہ مان گوتم!



## هِڪ خواب جو اُداس رُوپ

هڪ پيانڪ تصور ۾،
سَڀ سپنا سُونهن جا ٽٽي پيا،
گُلاب هٿن مان ڪِري پيا،
گيت وسري ويا، سنگيت وسري ويا،
ٺهڪ آخري هڏڪيءَ جيان، نڙيءَ ۾ اٽڪي پيا،
لُڙڪ نيڻن ۾ پٿر بنجي ويا،
جميل ڪائي نهر بنجي ويا،
ڪنول ڪينجهر ۾ ڪومائجي ويا،
احساس سَڀ اندر ۾ ڪومائجي ويا،
لفظ محبوبائن جي خطن مان،
۽ ويا ٿي ڏندلا ذهن مان.
دُعا ماءُ جي گم ٿي ويئي،
جان هي نظرِ ستم ٿي ويئي،
زندگي بنجي ويئي سراپئه گار،
اوپرو لڳي ٿو هي سنسار.
پنهنجي وجود کان ٿي ڇرڪ پريوسين،
لمحي لمحي وهه جو ڍُڪ پريوسين،
ننڊ ۾ گونج صدا ٿي ويئي،
ڇا ڪراچي اسان کان جُدا ٿي ويئي؟
هڪ پيانڪ تصور ۾!!



## هڪ گڏيل مرثيو

غريب شهر کي وڏيڪ گوليون نه هَٽو،
نه دهشت جا گهوڙا روڊن تي ڊوڙايو،
نه جام لبريز شيشا ٽڪرايو،
نه دوارِ مقتلِ سنڌين سان سجايو،
نه نڀايو ڪردارِ يزيد جو نه نڀايو
سوچيو! تورو ڪنڌ ته ڪٽو!
غريب شهر کي وڏيڪ گوليون نه هٽو!
هي تاج هي تخت اوهان کي مبارڪ،
هي بهارون هي بخت اوهان کي مبارڪ،
هر عيش هر نعمت اوهان کي مبارڪ،
هي مِلون هي دولت اوهان کي مبارڪ،
اسان جو سفر پَري، اسان کي درد گهٽو،
غريبِ شهر کي وڏيڪ گوليون نه هٽو!
هي بڙ بڙ، هي بڪواس هاڻي بند ڪريو،
هي ميڙ هي اجلاس هاڻي بند ڪريو،
هي قاتل کي شاباس هاڻي بند ڪريو،
هي گمان هي قياس هاڻي بند ڪريو،
اوهان وٽ لشڪرِ يزيد، مان اڪيلو جَٽو،
غريبِ شهر کي وڏيڪ گوليون نه هٽو!
چاندني چوڏاري اوهان کي نيبھ،
تخت تاج داري اوهان کي نيبھ،
هِي نوابي سرداري اوهان کي نيبھ،
هي ملڪيت ساري اوهان کي نيبھ،
گهٽو ٽيو، گهٽو ٽيو بس گهٽو،
غريبِ شهر کي وڏيڪ گوليون نه هٽو!!



• مُرتضيٰ ڀٽو جي شهادت تي لکيل نظم.

## مؤسمِ خار ۽ دِل جي اڪيلائي

رستن تي پَن ڇڻ رقص ڪري ٿي،
مان بہ جيون جون سيئي بهارون پُلجي ويو آهيان،
تُنهنجي خالي گهر جا رستا مون کي اژدها لڳن ٿا،
۽ ڪمري ۾ سينگاريل مُنهنجو ماضي،
هَوا جي رُخ تي رکيل ڏيئي جيان وسامندو ٿو وڃي،
هِي وجود پنهنجو، پَري ڪنهن ٻئي پار اُڏامندو ٿو وڃي!
بهار اچي ٿي اچي،
خزان پنهنجو ڪم ڏيکاري وڃي ٿي!!
نئين سِر، نئين سال ماري وڃي ٿي،
اسان محبت جي ڳنڍ نہ کولي ڪڏهن،
تباهہ هي قاتل نہ هٿي جهولي ڪڏهن،
پَر اوهان جي،
خمِ زلف جا اسير هُياسين،
پاڻ ڪُجهہ بہ نہ بس فقير هُياسين.
جنهن جي دستِ ڪشڪول تي تو آڇيا هيا،
دِلاسا وِصال جا ڪجهہ آسرا هيا.
خواب جي مسافت تي ٿڪايو اسان کي،
اوهان جي عنايت تي ٿڪايو اسان کي،
زندگي مگر تي تمام آهي،
جواني تي پيي آئي شام آهي!!



## اڻپوري هُجڻ جو هِڪ پورو احساس

بهار جي رُت جيان تون حُسين،
تو بنان اسين،
چڻ ته پَن ڇڻ جا وڪريل پَن،
گهر نه جن جو گهاٽ ڪوئي،
سپنو نه سُرباٽ ڪوئي،
دِل شام جيان اُداس،
پنهنجي نام جيان اُداس،
خوفِ تنهائي ۽ ڊِگهي جُدائي،
صبح ڪان رات تائين،
جيت ڪان مات تائين،
وڪوڙي وجي ٿي اسان کي،
هِڪ چار ۾ ۽ تُنهنجي پيار ۾.
دِل ويران کي ٿيون خِلوَتون ياد اچن،
اندر جي خاموش سمندر جُون،
پُرشور محبتون ياد اچن،
اسان لاءِ، نفرتون، سي رقابتون ياد اچن،
ٻُڌون ٿا پنهنجي دِل نه رهي آهي ساڳي،
پر تون اُهائي آن ماهِ جبين،
بهار جي رُت جان تون حُسين!



## دل اسانجي دارا ۽ دنيا اورنگ زيب

عشق اسان جو هو سَفر ۽ حُسن اوهان جو سمندر هُيو،
گهرائيءَ تي ٻوڙيو ۽ تاريو هر هڪ لهر هُيو،
ڪٽي هيا پر اسان کي شاهين جا ۽ جذبو شه زوريءَ جو،
طوفانن تي ورتو فائدو، پنهنجي مجبوريءَ جو،
ڪُڙين تي بيهي اسان سان، تي ماپيا قد شهر وارن،
گُلن کي هو دک پنهنجي دِل جو ۽ رُنو پڻ ٻارن،
تي پُڇيو اسان جو ساقيءَ کان، مئخانيءَ ۾ پشماني،
پيار اسانجو تي سانڍي رکيو، پاڻ جهڙي ڪنهن ديواني،
هِي سڌ اسان کي گڏ وٺي ويا، مقتل جي دروازي تي،
ڪشڪولن جون قطارون رکيل، سنگدل جي دروازي تي،
اکين پنهنجي خواب اُٿيا، خوشبوءَ جي ڏاڱن سان،
چانڊوڪي کي ريس اسان جي، پنيرڪي جهڙن ٻاڱن سان،
پنهنجي مدهوشيءَ سان مِلي، ٿيا شرمنده ها شراب،
هير ڏکڻ جي پوکي ويٺي، رهه گذر مٿان گلاب،
ڇُهاءِ پنهنجو چيڙي ويو، بهارن جي بَدن کي،
چانڊوڪي سمجهيوسين، گوري تنهنجي چپن کي،
اسان جي دِل لڳي، ڇا خبر آڳ لڳي تي ويندي!
ڪم ظرف هن دنيا سان دشمني تي ويندي!
ڇا خبر محفل يار جي، فريب ٿي ويندي،
دِل اسان جي دارا، دنيا اورنگ زيب ٿي ويندي!!



## رومينٽڪ رِوينج

بهار جي،
آخري ڏينهن تي،
ڪوئل!
تُون،
مُنهنجي،
گهر جي،
وڻ تان اُٿي،
هُن جي،
گهر جي،
وڻ تي ويهه،
هُن کي بہ اُداس ڪري اچ!
مون جيان نراس ڪري اچ!!
❖

## بندوقن جي نڪائن ۾ گم ٿي ويل ڪتن جي خاموشي

سِنڌ ۾ ڪُتا خاموش آهن،
۽ بندوقون ڀونڪن ٿيون!
مُون پنهنجا پُٽ اڳ ۾ئي محاذ تيِ موڪلي ڏنا آهن،
جَن جا نالا ، سنڌن محبوبائن جيِ منڊين،
۽ دشمنن جي گولين مٿان لکيل آهن!
آزاديءَ جي خواب ڪي،
مان ايندڙ نسل لاءِ سانڍي رکان ٿو،
مونکي عزت نفس جي تحفظ جو يقين گهرجي،
جيڪو روز شام جو،
تار تار گريبان گهر موٽي ٿو،
تون هِڪ ڊگهي ساهه جيتري وقت ۾،
مِنهنجا سيئي مطالبا پڙهي سگهين ٿو،
ڇو ته اڄ، سنڌ ۾ ڪُتا خاموش آهن،
۽ بندوقون ڀونڪن ٿيون!
نرم و گداز ڪنهن لمس جهڙي،
ويئي اجڙي سِينڌ سنڌوءَ جي!
زندگيون رسوا سَرِ بازار آهن،
انصاف جون ديويون، ويون ڪهڙي پار آهن؟
ڪٿي آهي اها ڪتابن واري سنڌ؟
معصوم ٻارن جي خوابن واري سنڌ!



## رابيل

گُڏين سان رانديون رچائيندڙ،
پار مري وڃن ٿا،
گُڏيون ناهن مَري سگهنديون!
مکڙيون ناهن مري سگهنديون!
پار مري وڃن ٿا،
روز سوين، هزار مري وڃن ٿا،
پر! سندن کيڏيل روز جون رانديون،
ناهن مري سگهنديون!
گُڏيون ناهن مري سگهنديون!
بهارن جي بي ثباتي، سمجهي ڪير سمجهي،
حياتي، هي مماتي سمجهي ڪير سمجهي،
ڪير سمجهي "معصوم" جي رابيل،(•) ڇو مري ٿي؟
جا مکڙي ٽڙي هيل، ڇو مري ٿي؟
پَنن تي ناهيل تصويرون،
ناهن مِري سگهنديون،
خواب مرندا هوندا،
تعبيرون ناهن مري سگهنديون،
گُڏيون ناهن مري سگهنديون!
مُکڙيون ناهن مري سگهنديون!!



• پنهنجي دوست معصوم سانگهڙائي جي پياري نياڻي رابيل جي بي وقتائتي موت تي لکيل نظم.

## خوابن جي ٿڪاوٽ جو نالو محنت آهي

صديون اڳ منهنجو پڳهر سُڪي چُڪو،
پر اُجورو اڃان نہ مليو!
توٽي جو،
صحيفائن ۾ لکيل آهي،
”محنت ۾ عظمت آهي“
”پورهيت خُدا جو دوست آهي“
اِهو ڪٿي سچ بہ هجي،
پر مان تہ بَس اهوئي ڄاڻان ٿو،
صديون اڳ مُنهنجو پڳهر سُڪي چُڪو،
پَر اُجورو اڃان نہ مليو آهي!



## مجبور عشق جي بيپرواهي

بس آخري پيرو،
مُون هُيو ڏٺو،
يار کي ۽ پنهنجي دلدار کي.
اڳ جنهن جي مٿان هُئي رقصان چانڊني،
اسان تي ڇيو جنهن کي جانان چانڊني،
جنهن صنم جي مُک تي هُئي تحرير ڪا لکيل،
اسان جي نامرادين جي تقدير ڪا لکيل،
پنهنجي بي قدري مٿان شرمسار هُئي،
هي دِل پنهنجي، بي چئي بي قرار هُئي،
اسان کي حُڪم هُيو دربدري جو مگر،
قصو هِي تمام بي خبري جو مگر،
جنهن کي راند ٿي سمجهيو اسان جي سِڪي،
تنهن عشق ۾ پاڻ کي هارايو اسان،
محفل مان نڪري آخري پيرو پوئتي،
هُيو جڏهن نهاريو اسان،
ڇُهيو ٿي پيرن کي اجنبي سَفر،
پئہ ٽڙياسين ڪرياسين ڇا لئہ مگر؟
هي تہ پُراڻو مجيل دستور هُيو،
حُسن مغرور، عشق مجبور هُيو،
اسان مٿان اوهان جو غضب ٿيو،
ڪڏهن اسان کي نہ پر عجب ٿيو،
ڇا مشڪل ڇا آسان هيو،
دِل وٽ وڃوڙو تہ مهمان هُيو!!



## طرابلس

تُنهنجي وجود جي نحوست مان ڦُٽي نڪتل نفرت،
طرابلس جي گهٽين کي اُجاڙي ڇڏُڪي.
رنگين نگاهن ۾ شعلا،
ڇرڪ جي رستن کان آيا ۽ ساڙي ڇڏُڪا،
جَوان اکين جا رنگين خواب!
صحرا جي سيني مان،
۽ هَر ماڻهو جي پسيني مان،
اُتي ٿي جيڪا بہ خوشبو توکي ڇرڪائي ٿي،
۽ تڙپائي ٿي.
۽ تڏهن تنهنجي وجود مان ڦٽي نڪتل نفرت،
ٽن مهينن جي "حنا"(٭) کي بہ ماري وجي ٿي،
جنهن جي خوابن ۾ بس،
ماءُ جي کير جي،
سڳنڌ سمايل هُئي،
نگاهن ۾ هُيا جگنو جڳمڳ،
۽ سماعتن ۾ پوپٽن جي گفتگو سمايل هُئي،
اُن جي لهوءَ سان دُنيا روشن ٿيندي،
ڇاتي صحرا جي بہ گلشن ٿيندي!
انسانيت مٿان تنهنجا وار ڪيستائين،
شڪستہ، رسوا، هي بهار ڪيستائين؟



(٭) لبيا جي صدر ڪرنل قذافيءَ جي هنج ورتل ڌيءَ، جيڪا آمريڪي حملي جي نتيجي ۾ مارجي ويئي هئي.

## اقرار جي گذري ويل مؤسم

هُو ڪير هُيو؟ هُو اجنبي ڪير هُيو؟!
هُو، جو روز نگاهن جا پشمانا جهلي،
سِر تي شوق جا شاميانا جهلي،
وک وک گهٽيءَ ۾ وساري پاڻ کي،
آگرين تي روز ساري پاڻ کي،
دري مٿان اکيون رکي ويندو هو،
خودڪشيءَ جون ڌمڪيون رکي ويندو هو،
بي سبب پکين ۾ بدنام ڪري ويو،
پاڙي جي ڳلين ۾ بدنام ڪري ويو.
هاڻي اگر آيو ته پڇندي مانس،
وڙهندي ۽ دڙڪا به ڏيندي مانس،
مون سان تنهنجو واسطو، ڇا سروڪار آهي؟
هي موه تنهنجو، بي سبب پيار آهي،
تو سان منهنجي محبت ناممڪن!
وصل توسان صحبت ناممڪن!
ها پر! ڪُجهه ڏينهن کان هو آيو ناهي،
هي مَن پنهنجو ڇو گهبرايو آهي؟
خدا هُن بي خبر ڏي خير ڪري،
گهٽي پنهنجي ڏي، ۽ هُن جي شهر ڏي خير ڪري!!



## جوانيءَ جو نوحو

جَواني مهمان هُئي اسان جي،
حُسن اوهانِ جو ميزبان هُيو.
ساهن کي هُئي بي ترتيبي،
۽ ننڊ ۾ جاڳ جو گمان هيو.
پليياسين ۽ تي ڪٽياسين وري وري،
احسان مٿان هر ٻيو احسان هيو.
آڇيا اوهان. ڇا ڇا اسان کي،
هَر ويلو اويلو مهربان هُيو.
هِجر ۾ به هُيون خِلوتون حاصل،
وصل ۾ به من پريشان هُيو.
خوشبو، رنگ، هي چانڊني، هي گلاب،
اوهانجي فرصت جو سڀ سامان هُيو.
هِي انگ تُنهنجا سنگ ها جَڻ مڪئي جا،
مَن پنهنجو ته ٻار جو ايمان هُيو.
پاڻ تي مذهوشيءَ کي سهارا ڏنا،
ساقي پريشان، گهڻو حيران هُيو.
سُونهن چون ٿا تنهنجي طلسم هُئي،
عشق چون ٿا مُنهنجو نادان هُيو.
هُئينءَ ڪلندي پلئه پلئه مون تي،
بَدن تنهنجو ريشمي ٿان هيو.
هي قصو اُنهيءَ وقت جو آهي،
اڪيون پُرڪيف ۽ خواب جوان هُيو.
خدائيءَ سان رهياسين بندگيءَ جيان گڏ،
سُونهن ديا هُئي ۽ عشق دياوان هُيو.



## مؤسمِ گُل

مينهن سَدا ڇو مجبور ڪري ٿو؟
دِل پنهنجي اختيار ۾ نه رهي ٿي.
ڇو گلن جي مؤسم ۾ دُور سڪي!
ڇو گڏ ھُو بهار ۾ نه رَهي ٿي؟
ڇو رنگ ڪن ٿا بيچئين اسان کي،
ڪلي ڇو گلزار ۾ نه رهي ٿي؟
ٿيون سرِ شام وحشتون نچن،
گمان ڪنهن آثار ۾ نه رهي ٿي.
ڇو نه ڪَليو دريچو ڪنهن دِل جو،
ڇا ڳالھ آهي جا پيار ۾ نه رهي ٿي؟
سا ڪٿي ٿي رهي ھِن دنيا منجھ؟
جا پانهن جي حصار ۾ نه رهي ٿي.
پاڻ کي مارڻ لاءِ ڪافي آهي،
توٽي جو ھُو سينگار ۾ نه رهي ٿي.
جا رهي ٿي خيالن ۾ سدائين،
سا پنهنجي اختيار ۾ نه رهي ٿي.
ان کي دِل ڪيئن ٿو چئجي ”عزيز“،
بي سبب جا انتظار ۾ نه رهي ٿي.



## پرواني جو جگر شمع نٿي ماپي سگهي

تُون مثلِ گُلاب، مٿان چانڊني جو بسترو،
هي دِل پنهنجي خوشبوءَ جيان دربدر،
ٿي وٺي اُڌارا، ڏارا ماڪ جا توکان سحر،
هُيو گُلن سان جهِنجهيل بدن تنهنجي جو پڌر،
مؤسمون سيئي تنهنجي درجون گدا گر،
ياڳ پنهنجا رانديڪا تون ٻار ضدي خود سَر،
وٺي اوتي اسان ۾ نگاهه پنهنجي سمندر،
تون هئين محوِ خواب ۽ پاڻ هياسين محوِ سَفر،
مَن پنهنجو ڳوٺ ۽ تون شهر ڪوئي اجگر،
پاڻ ڪاٺ ڪڙول ۽ تون انج انج سنگهر،

عشق پنهنجو سرمد ۽ دار تُنهنجو در،
سُنب سُونهن کي ڪميت جا ۽ عقاب جا پَر،
ڪِتي هو لکيل اسان جو، پره جهڙو مقدر؟
پوئنر جو گُل مٿان ۽ منهنجو توتي گذر،
اسان به جي ويجون ها تون چاهين ها اگر!
سُونهن شمع ٿي ماپيا، عشق پرواني جا جگر،
تُون منهنجي ياد ۽ مان تُنهنجي ويسر!
ڪيل مان ڪهڙو ۽ تون ڪهڙو بازيگر؟
اسان جي سيني جي گهرائي، تو ماپي هر خنجر،
سڀ غلط هُيو يا سڀ هُيو هِتي بهتر،
زمانو هُيو مولوي، عشق اسان جو ڪافر!
فاصلا تُنهنجي ره گُذر جا سيئي ٿيا معطر،
راز گهرائيءَ جا اکين ڪان، سکيا ٿي ساگر،
جان وڃائي وفا ۾، ٿياسين پاڻ جانبر،
پاڻ وٽ ڪهڙو وکر، پاڻ ڪهڙا سوداگر!
چَپ تُنهنجا مئخانا، اکيون پنهنجون ساغر،
بارگاه حُسن ۾ سجدا، ڪڏهن ٿيا ڪارگر!
اسان کي حياتيءَ جا سيئي ڪاروهنوار ياد رهيا،
تُنهنجون مهربانيون ۽ پنهنجا پيار ياد رهيا.
ڪتاب پڙهيل وانگي ٿيي رکيسين حياتي پنهنجي،
زخم هيا گلاب ۽ گلستان ڇاتي پنهنجي!
تو نگاهُن ڪان ٿي ورتا ڪم سدائين تير جا،
ويا رکي پيرم، قدم پنهنجا زنجير جا!
زندگي پنهنجي وينئي گذري خير ٿيو!
مان هُوس ۽ منهنجي دربدري خير ٿيو!!



## بهار لاءِ ڇڏيل هِڪ چٺي

هيل بهار کي چئه، ائين گُل ريزي نه ڪري،
پنهنجي دِل جو حوصلو، وقت ٿيو جو ختم ٿيو!
جو اسان جو هو ڪالهه تائين، اڄ ٻين جو صنم ٿيو،
شهر پُڇي ٿو دِل مٿان، هي ڪنهنجو آخر ستم ٿيو؟
اکين ۾ جو تاب هُيو، هاڻي آبِ چشم ٿيو،
پاڻ کي هنجي شهر منجهان، نڪري وڃڻ جو حڪم ٿيو،
جو جَوان بدن ۾ جگر هُيو، اڄ سمورو زخم زخم ٿيو،
هي دِل جا معاملا هي دوستيون،
اسان کان نبيريون نه ٿيون!!
هي مست موسمون، هي رُت جُڳا، هي چاندنيون،
ٿيڙ ڪائي ڪرندڙ اسان جون مدهوشيون،
نگاهن کان نگاهن تائينءَ جا فاصلا،
ساهن سان وچڙندڙ سرگوشيون،
هِجر جي ايش ٽري ۾ وسائل وصال جون سُرخ ساعتون،
ڪهائين جهڙو عشق پنهنجو، ڪوتائن جهڙيون ڇوڪريون،
هاءِ زمانا! تُنهنجي ستم گري،
هُن جا خواب ۾ اسان جون اکيون!
هيل بهار کي چئه، دِل مٿان گل ريزي نه ڪري،
پنهنجي دِل جو حوصلو، وقت ٿيو جو ختم ٿيو!!



## نگاهن ۾ پٽڪندڙ هجر جي رُسوائي

دِل کي ڇا نسبت اوهان سان،
دِل تہ آهي بس سودائي پنهنجي،
سـ جنهن کي راس ڏکن جي موسم!
وصل و هجر جي دائرن ۾،
ٿي پٽڪندي رهي نگاهن ۾،
پري جنهن کان رهيا ٻانهن جا حصار،
اکڙين جي رستي بنجي لڙڪ سدا،
چاڪ گريبان مٿان وسندي رهي،
ها ڪالهہ تائين جا دِل هُئي!
ٿي پکين چونڊي پلڪن مٿان،
خواهشن جو ٿي فصل پڪو،
اوهان جي گلابي ڳلن مٿان،
هُئي مَحوِ رقص رات ڀر،
ٿي صُبح ڦٽو لبن مٿان،
چنڊ هيو رانديڪو پنهنجو،
چانڊني ڪڙي ٿي بدن مٿان،
شوقِ آوارگي ۾ ٿي جهومِي نَچي،
يار جي در تي، ٿي ڪري اُتي،
سَر شام سيني مان نڪري،
اوهان جي قدمن ۾ ٿي اُلجهي وڃڙي،
ها تنهن دِل جو قصو تمام ٿيو!
هاڻي دِل کي ڇا نسبت اوهان سان!!



## جوانيءَ جي تمنا ۾ زنده رهندڙ درد

اي رات ڪُجھ دير اڃان باقي!
اڃان درد جَوان اسان جو ٿيو ناهي،
شهر سرد ننڊ مان اٿيو ناهي،
اڃان اکين ۾ هِي ڪيف ٿو تري پُڌي،
اڃان آرزوئن جو سفينو ترِيو ناهي،
اڃان خواب سَرِ دست صليبن تي ٽنگيل،
اڃان عشق حُسن وٽ اگھيو ناهي،
اسان ته هَٿ تي رکي ٿي گهمياسين،
سر مگر هي سڪي تو گهريو ناهي،
ڦَڙي ڦُڙي ڪڏهن تِي تر ڪي پُسائي!
ملهار جيان محبوب وسيو ناهي،
شاعريءَ جان ٿي پئي لهي اسان مٿان،
غزل جيان مگر هُن ڪي لکيو ناهي،
ڪهڙي خواب ۾ هُو ناهي آئي؟
ڪهڙي دُعا ۾ هُن ڪي گهريو ناهي؟
رنگ هيا شرمنده شفق جا،
ڪهڪشان هُن ڪي چُھيو ناهي،
اسان جا وحشي ويراڳ تا جاڳن،
مَحوِ خواب حُسن جاڳيو ناهي،
هي اونداهہ ڇا لاءِ پئي وڌندي وڃي،
هُوءَ هلي ويئي يا چنڊ ڪڙيو ناهي؟
اي رات ڪُجھ دير اڃان باقي!
اڃان درد جوان اسان جو ٿيو ناهي!!



## فلسطين

محمود درويش جي ديس جي ماڻهن جي جسمن ۾،
گوليون ڦٽي رهيون آهن!
عورتن جُون حُرمتون ۽ مردن جُون عظمتون،
اسرائيلي وحشي سپاهين جي لانگ بوٽن هيٺان،
زخمي ٿي ويون آهن!
خوابن جي ڪينواس ۾ ڪُلنڊڙ لبريز اکيون،
نشانا درست ڪرڻ واسطي ٽارگيٽ بڻايون ويون آهن!
دنياءِ اسلام جا شيخ،
مصلحتن جا جبا پائي،
بزدليءَ جي مورچن ۾ وڃي لڪا آهن.
چهرا امن جي پڪين جا ڪارٽون ٿا ڀاسن ۽ هي،
ختم نه ٿيندڙ ڪِل ۾ ٻڌل آهن!
۽ تڏهن اسان خوابن ۾ محبوبائن کي ڏسڻ ڇڏي ڏنو آهي!!
هاڻي قدرچا تبديل ٿيندا!
جڏهن دُنيا تبديل ٿي چُڪي آهي.
ڪتاب جي اُها ست فلسطيني ٻارن کي،
ڪيتري نه سُٺي لڳي ٿي ته
"ڪنهن زماني ۾ امن کي، پنهنجو گهر هوندو هو،
۽ اُن گهر ۾ ماڻهو، رهندا هئا،
جَن کي پنهنجا خواب هُئا."!!



## گناهہ جا سونهري ڪيت

اڃو تہ مئڪدي هلئون،
اڃو تہ مَئہ ڪشي ڪريون.
سِج آهي لٿو،
چنڊ آهي ڪڙيو،
در مسيت جا بند ڪري،
شيخ آهي سُتو،
مئڪدو آهي کليو.
ٽڪرا وڪريل دِلين جا چونڊي ڪٺو،
غم ڪالهہ جا سَڀ وساري هلو،
سازشون شهر جون ٿيون نئين سر جُڙن،
ڪاوا پيي تا راهہ ۾ ڪنڊن جيان ڦٽن،
ها پر خواب اکين ۾ تا آرس پيچن!
ارادا تقويٰ جا ڪنهن ڪيا ها؟
واعدا پرهيزگاريءَ جا اسان ڪان وسرن!
اسان تہ اُتيئي، هِي قدم تا وڌن،
شوقِ گناهہ جا ڪيت تا سنهري پچن!
اڃو تہ مئڪدي هلئون،
اڃو تہ مئہ ڪشي ڪريون.
مئہ ڪي بنايون وسيلو حيات جو،
پٿرن سان سهي، دل لڳي ڪريون،
چپن ڪي بنايون ڦار چنڊ جي،
چمي ڪي گڏجي چانڊني ڪريون،
مَئہ ڪشي ڪريون،
اڃو تہ مئڪدي هلئون!!



## رستي تي قتل ٿيل خوشبوُ

لطيف آباد جي رستن تي وهايل،
تُنهنجي لهوءَ جي لالاڻ،
شفق جي مُک تي،
هِڪ تحرير لِکي آ، جا مون پڙهي آ.
لکنوءَ جي وحشت ۽ دکني دهشت،
احساسن جي چادر ڦاڙي ڇهاڙي،
وحشي ناچ نچي ٿي ۽ اسان ڏي وڌي ٿي!
مُنهنجا هَم وطنؤ!
هڪڙي ٻئي بي رحم قتل کان اڳ ۾،
پنهنجن عزتن جي جسمن مٿان،
غيرت جُون زرهون چاڙهي ڇڏجو،
۽ اڃوڪي رات نہ سُمهجو!
سانجهيءَ کي ڪريو نہ چادر،
ڪا پِي پرپات نہ سُمهجو.
جو لکنو جي وحشت،
۽ دکني دهشت،
وحشي ناچ نچي ٿي،
۽ اسان ڏي وڌي ٿي!



• ڪهاڻيڪار آفتاب نظامائيءَ جي ياد ۾ لکيل نظم. جنهن کي نسلي فسادن دوران لطيف آباد ۾ شهيد ڪيو ويو هو.

## حياتِ جاودان لاءِ وڙهيل بيڪار جنگ

تو ميندي‌ءَ جا وڻ ڪپرائي ڇڏيا،
خوشبوءَ کي سزاءِ موت ڏني،
مسڪراهٽ کي عُمر قيد ٻڌائي.
خوابن مٿان ويهاريون،
چاڪ وچوبند چوڪيون،
جَوانيءَ تي وڌي بندش،
ڪالعدم ڪيو تو بهار کي،
۽ نشانيِ تي گلاب رکيا،
دار جي هُن پار شراب رکيا!!
پيش ڪيون تو فتوائون، فساد،
قتل کي چيو تو جهاد،
محبتن کي ڪيو تو تي تصور،
بدعتون ۽ قاتل زهر،
رقص تو اڳيان ڏوهه سنگين هُيو،
قوم سان ڪيو تو ڌوهه سنگين هُيو،
مؤسمون هُيون قانونن جي حوالي،
عزتون سيئي احڪامن جي حوالي،
بقا ڪنهن کي هُئي جو تو کي ملي ها!
ڪاروبار حيات ائين ڪيئن هلي ها؟
مجاهد، مردِ مؤمن، امراءِ به ناهن،
تون به ناهين ۽ تُنهنجا رفقاء به ناهن!
فنا جي لفافي ۾ بند تي وئين تون،
تاريخ جو ڪچرو ۽ گند تي وئين تون!!



• جنرل ضياء الحق جي موت تي لکيل.

## شاعري تي ويل هڪ ڇوڪري

مُون جَوانيءَ کي خواب ۽ توکي تعبير جو نالو ڏنو،
خواب پوپٽن سان گڏ هِجر جي باغ ۾ وڃائجي ويا،
توکي مون سان گڏ رهڻ لاءِ تنهائي ٽيٽو پيو،
مُون تُنهنجن چپن مٿان حفاظت جو اسٽيڪر لاهي،
چُميءَ کي رات ۽ ياڪر کي گهر ٺاهيو،
۽ مؤسمن کي وٽن سان ٻَڌي ڇڏيو.
مون زندگيءَ کي دِل ۽ دِل کي درد لکيو.
۽ انڪار جي معنيٰ سمجهڻ لاءِ توکان ٻاهه گهڙي ۽ تو انتظار ڏنو!
مان اُنهيءَ خوشبوءَ کي نئتو سڃاڻان،
جيڪا تُنهنجي بدن جي ناهي.
تو مُنهنجي اصرار کي انڪار جي ڪڏ ۾ ڌڪو ڏنو،
۽ مونکي قسم جي زنجير سان ٻڌي ڇڏيو!
لُڙڪن کي شاعري بڻائڻ لاءِ وصل جي موسم گهُرجي،
۽ هڪ موسم ٺاهڻ لاءِ مون آڱرين جي اندلڪ ۾،
تُنهنجو چُهاءُ ويڙهي ڇڏيو!
هِجر جي خوف ۾ تُنهنجي جواني هرڻي بنجي ويئي،
۽ صحرا چيتو بنجي توکي پڪڙڻ لڳو!
تڏهن مون پيار کي فاصلو،
۽ توکي ڏند ڪٿا جو نالو ڏنو!!



## زندگي گذارڻ جو هِڪ نئون سبق

گُلن جو اگهه نه پُڇجي،
جو به هُجي، ڏيئي ڇڏجي!
انتظار جي حد تائين انتظار ڪجي،
سامان محبت کي جَواني تائين رکجي،
رُئڻ جا سمورا گمان ۽ کلڻ جا سامان،
ياد جي هندوري جا دلفريب احساس،
وصالِ يار جا سمورا امڪان،
مؤسمن جُون بي سبب مهربانيون،
خوفِ هجر جا سمورا گُمان،
نظارن جُون پُڪارون،
رستو پُلجي ويل ڪونجن جي اَڏار جو ٽڪ،
صدين جي هِڪ طرفي پيار جو ٽڪ،
آيو جَڏهن لهي اسان جي لاچار اکين ۾،
تڏهن سوچيوسين ته هِڪ بئي طريقي سان زنده رهجي!
مؤت کي نالو زندگي ڏجي،
۽ وقت کي چئجي صنم بي حاصل،
دِل کي چئجي ڪشڪولِ گداگر،
نيڻ سيئي شيشا ۽ نگاهون پٿر،
رشتا زنجيرون، محبتون بي ثمر،
اهم ڪُجهه به ضروري نه هجي،
دِل ڪا مجبوري نه هُجي،
هڪ بئي طريقي سان زنده رهجي،
۽ مؤت جڏهن به دير ڪري،
پاڻ ئي هُن وٽ هليو وڃجي!!



## مُحبت جي سزا زندگي آهي

شهيدن جي قتل جا ڪيس،
تاريخ جي ڪفن ۾ سنهي سوئيءَ سان سبيل آهن!
سندن لهو، قومن جي مرده قافلن جي هٿن ۾ موجود
ڏيئن جو تيل بنجي ويو،
جن پنهنجن خوابن کي پکين جيان پاليو،
ڀنيورين جي تمنا ۾ ڊوڙندڙ ٻارن وانگي،
هُو آزاديءَ جي تمنا ۾ گهر ڇلجي ويا،
تلاش منزل ۾ سَفر ڇلجي ويا،
ٻارن جَهڙي معصوم محبت ۾ مبتلا،
سندن نڏا ڪڙا قافلا،
دار جي شوق ۾ ٽپي وڌندا رهيا،
جن جي پيرن تي رکي پير،
ٽپي ڳولي سُورج راهِ سحر،
اُنهن شهيدن جي مؤت جا مرثيا،
هِتي ڏکڻ جي هير تي لکيا،
مؤسمون سندن داستان هُيون،
ڪليون سندن بنيون چُميون،
شامون هُيون هَڳاءُ سندن
۽ رهه گذر هُيون راتيون،
ها تن شهيدن جو ڇا ٿيو،
سندن خوابن جو ڇا ٿيو؟!



## نامهربان نگاهن ۾ ٻُڏي ويل زندگي

جِسم هي سَرد ۽ اڪيون بند،
ڇرڪي ٿو روح هر بي خبر آهٽ تي،
ڪمري ۾ پيل هڪ اُداس ڪٽ تي،
ائين پيل منهنجو وجود آهي،
خدا اڳيان انسانيت،
ڄڻ سَربسُجود آهي.
لڳي ٿو ڄڻ صدين جو ٿڪ لاهڻ لاءِ،
پاڻ مٿان بيوفائين جو شڪ لاهڻ لاءِ،
اڄان هاڻي ئي سُتو آهيان،
ڪنهن ٻار وانگي بي سَبب رُنو آهيان،
بَهارن سان پنهنجون دوستيون،
خوابن سان جهيڙيندڙ پنهنجون ناراضگيون،
شب و روز جون بي ڪار مُسافتون،
رقيبن جون رعايتون ۽ دوستن جون تهمتون،
ڪانون جُون مورن مٿان تنقيدون،
دستور سيبيئي زبان بنديءَ جا،
۽ ايذاءِ هِن دِل دردونديءَ جا،
اسان ڪي ڪيئن سڀ گواره هُيا،
پنهنجي سفر جا ڇا ته نظارا هُيا!
زندگي دُور، گهٽي مجبور، مؤت قريب هُيو،
قانون تنهنجي عدالت جو عجيب هُيو،
ڪناري جي قريب اسان جي ڪَشتي ٻُڏي!
تُنهنجي نا مهربان نگاهُن ۾ زندگي ٻُڏي!!



## هڪ جوابدار قبيلي ڏانهن تاريخ جو سمن

صدين جي وحشتن مان ڦٽي نڪتل،
هڪ اڻ ڏٺي سفاڪيءَ جهڙو،
هو ماڻهوءَ جي روپ ۾ هو شڪرو،
يا ڪنهن پاڳل ڪتي جي اوناڙ هُيو،
جنهن تي ڦٽائي ننڊ گلن جي،
پنهنجي هر خطاب سان.
هُئي دشمني جَنهن ڪي،
گُل سان، رنگ سان، ڪتاب سان.
ويو پوکي تعصب جو چريو ڌاتورو،
۽ ماحول سَمورو ڪري ويو نفرتن جي حوالي،
۽ پوري نسل کي ذلتن جي حوالي،
قتل کي حلال، حرام شراب ڪري ويو،
روشني کي رسوا، دربدر گلاب ڪري ويو،
پنهنجي رفيقن سان ٿي وحشي ناچ نچيو،
مُردار، بيڪار، لاشن سان ٿي وحشي ناچ نچيو،
مرد بہ هُيو ۽ مؤمن بہ هُيو هُو،
خبيث راڪاس، ڪوجِن بہ هُيو هُو،
جاڳ جهڙا ماڻهو خواب ڪري ويو،
غذاب هُيو ۽ عذاب ڪري ويو!
هُن ائين ڪالهہ ذوالفقار(•) ماريو هو،
حُسين کي جيئن يزيد مُردار ماريو هو،
سندس قبيلي ڏي اسان جو ونهوار آهي،
سندس قبيلو ئي اسان جو جو ابدار آهي!!



(•) شهيد ذوالفقار علي ڀٽو، جنهن جو جنرل ضياءُ الحق 1979ع ۾ ڦاهي ذريعي عدالتي قتل ڪرايو هو.

## سوالن کان پناهہ ڳوليندڙ زندگي

هَر ماڻهو ٿو شهر جو مون کان پُڇي،
ڪِٿي آهين اڄڪلهہ ۽ ڇا ڪرين پيو؟
جيان ٿو تہ ڇوي ٿو، اڃان پيو جيئڻ ۽!
مران ٿو تہ ڇوي ٿو ڪنهن لاءِ مَرين ٿو؟
چُپ آهيان تہ پُڇي ٿو خاموشيءَ جو سبب،
پُڇي ٿو ائين تون ڪنهن لاءِ ڳرين ٿو؟
پُڇان ٿو، ڪِڇان ٿو تہ چئي ٿو ديوانو،
سرِ بازار ائين تون ڪنهن لاءِ رُلين ٿو؟
لڳي ٿو شهر جو هر ماڻهو ائين ئي،
مُنهجي ئي فڪر ۾ ٿو پريشان رهي،
پنهجي خبر نہ ڪنهن کي ڪائي،
مون لاءِ ئي ٿو بس حيران رَهي،
تو جا ڏني زندگي اي خُدا!
مُنهنجي هوندي بہ نہ مُنهنجي رَهي،
سوالن جوابن جي نظر ٿي وِيئي،
بي سبب عذابن جي نظر ٿي وئي!!



## هڪ ناخوشگوار دُعا

گڏ مونسان، اگر نٿي رهڻ چاهي،
ته پل نه رهي هُو،
عذاب هِن غربت جا سهان ته مان سَهان،
ڇو سَهي هُو؟
سُونهن جي رستن تي، اُتر جو واءُ گهلي،
سنگ پَچن، سَر نسري، هِير گهلي، لُڪ ٽري،
ٽاڪ وِڇي، شام اچي، مور نچي، مينهن وسي،
بُوند پَوي، ڀاڳ ڀڄي، ڪنڌن تي نه پيرِ پوي،
ڪڪر مٿس ڇانوَ ڪري،
هُو جتي به هُجي، خوش هُجي.
جڏهن به رنگ وَسن ته وهنجي،
جَڏهن به برکا برسي ته نچي،
جڏهن به بسنت اچي ته ڪڙي،
جهومي، خوش هُجي، گُل ٽڙن ته ٽڙي،
سُونهن تي مڙي، خوشبو جهڙي، هُو خوش هُجي
جتي به هُجي.
خواب، خيال ڪو ملال ناهي اسان کي،
تُنهنجي جوڀن جو مليو ڪو مثال ناهي اسان کي،
ڪٿي ٿو خواهشن جو بنجي اسيرِ حُسن،
ڪڙي ڪڙي ويو جڪڙي زنجيرِ حُسن!
تُنهنجي تمنا هُئي،
اسان جو ضد ڪٿي هو؟
سراپئه درد هُياسين، پيو درد ڪِٿي هو؟
پنهنجي گنهگاري جا سي ته وسيلا هُئا،
ناراض نيڻ اوهانجا نشيلا هُئا.
پيار جو بار نٿي سهڻ چاهي ته نه سَهي هُو،
گڏ مون سان اگر نٿي رهڻ چاهي ته پل نه رهي هو!!



## جوانيءَ جي اڌوري خواب مان جاڳيل حياتي

سڏ عدم جي اسان کي جو اُٿاريو،
جوانيءَ جي اڌوري خواب مان،
وجود هي وحشتن جي دلدل مان نڪتو،
مَست جوڀن جي مڌ جهڙو،
جام هٿن مان ڪري پيو!
دلبريون، تُنهنجون مسڪراهٽون،
بي نام اسان جون منزلون،
سفر، هم سَفر، تُنهنجي مزاج جهڙيون موسمون،
پيار جون پيرن ۾ سنگهرون،
تُنهنجا خط، بي رَبط، خواب، عذاب،
درد دِل ۾ مقتل، سَر راهه جتي، اجنبي ڪيئي ماريا ويا،
تڏهن وسري ويل سيئي ڳالهيون ياد آيون،
گلن جهڙيون سَڀ ڇوڪريون ياد آيون!
حالتن جا سفاڪ درندا، اسان جي امنگن تي راتاها هڻندا رهيا،
مئڪدن جي دروازن تي، جلاد عقيدن جا ويهاريا ويا،
جن جي تلوار سان نسل درنسل، ڪنڌ بهارن جا ڪپيا ويا،
لاش مؤسمن جا، دلين جي هُن پار جهُولندا رهيا،
دِل وارن جُون ڇِميون، ڦاهيءَ جي ڦندن سان ٻڪجي ويون،

خون جن جي سان، گهٽيون مقتل جون مهڪي اُٿيون،
اُنهن جي آدرشن جا حوالا ڪٽي، خواب اکين ۾، هٿن ۾ مدَ جا پيالا کڻي،
ساهن ۾ ڪورن ڪتابن جي مهڪ سجائي،
يار ڪان، ديار ڪان موڪلائي،
فاختائن جي زخمي پَرن مٿان لفظن جي مرهم رکڻ لاءِ،
درن تي تالا لڳائي، دربدر، سربَسر، بي نشان منزل جي ڳولا ۾ رُلياسين،
ها پَر چاڪ گريبان مليو ۽ بس...!
دِل شڪسته ڪنوارين جون قطارون،
پيتڪيل ڪونجن وانگي، بدن جي حصار ۾ رُلنديون رَهيون،
۽ جهار جي آڙ ۾ ڳوٺ جا جوانڙا، ڪنياڻين ۾ جوانيون پَري،
گُلابي اگڻن مٿان اُڇليندا رهيا، پَر ڪوٺ اڃان به اُسرندا رهيا!
آڪاش جي هُن پار تائين، اسان جو سفر پَر نه کُٽو،
مگر قدم اسان جا وڌندا رهيا، دلدار تائين، ڪنهن ٻئي سنسار تائين.
هِن صديءَ جي آخري لمحن ۾، لهوءَ اسان جي دلين جو،
بنديا بڻجي، اُداس صُبحن جي پيشانيءَ مٿان چمڪندو رَهيو،
پَر اڌ تتل دلين جو قافلو، پرينءَ جي پار ڏي وڌندو رهيو،
ننڍي لاڪئون جا دوست، چند لمحن لاءِ اڻ ڄاتل آدرش، ڪتابن ۾ بند ڪري،
ڳوٺ ۾ گُذاريل ڏينهن جوين جا ياد ڪرڻ لڳا.
جن جي ياد جا رنگ، شهر جي شور بي انت ۾ ترندا رهيا، ٻُڏندا رهيا.
ڪنهن اڪيلي وڻ مٿان وينل، پکين جهڙيون، جتي جون ڇوڪريون،
سرنهن جي فصل جيان لڙجي ويون، جن جي جواني، مُچن ڪي مڪي وڏيرا ڳوٺ جا،
شهر جي آوارگيءَ جا ٽڦڙ سهندا رهيا...!
۽ ڪاريون ڪيل ڇوڪرين جي لاشن سان، سنڌو اجرو ٿيندو رهيو،
۽ اسان جيڪي موٽ ڪي معنيٰ ڏيڻ لاءِ، بي نشان منزل پويان نڪتا هئاسين،
تن ڪي ڏسي، ڏور ڏسائن ۾ چاندني تڙپي اٿي، بند چپن ۾ چُمي تڙپي اُٿي.
تڏهن پهرين ملاقات ۾ ماري ويندڙ، سيئي ڇوڪريون ياد آيون، وفائون ياد آيون،

مرده راتين ۾، زنده خواهشون،
سُڏڪا سُڏڪا رئنديون رهيون،
۽ بي صبر، بي چئن جوانيون،
برف جي هنجن ۾ سُمهاريون ويون،
پيار جن پيو ڪيو، سنگسار ٿيندا رهيا،
جذبن مٿان وار ٿيندا رهيا،
اوهان جي ڇُهاءَ سان،
گهاءَ مهڪي اُٿيا، ساهه مهڪي اُٿيا،
ڇَپن تي پهتا ته شراب مهڪي اُٿيا،
تن جي چپن مٿان، اسان جو ڪو حق نه رهيو،
رهياسين سدا بس دلين جي حوالي،
مؤسمن جي، گُلن جي، ڪلين جي حوالي،
اوهانجي شهر جي پکين جي حوالي،
جن ڏينهن ڏينهن ڇُڪي حياتي اسان جي،
۽ حياتيءَ ۾ جو اوڇتو،
سَڏ عدم جي اسان کي اُٺاريو،
جوانيءَ جي اڌوري خواب مان،
ته وسري ويل سَپ ڇوڪريون ياد آيون،
جن جي بدن جا بند ڪتاب،
خوابن جهڙي ڇُهاءَ سان ٿي مُون ورق ورق اٿلايا،
جن جي ڪورن ڪاغذن جي ڪنواري خوشبوءِ،
سانوڻ جي مينهن کي شرمايو روز ٿي،
اسان جي نينهن کي تڙپايو روز ٿي،
سَڏ عدم جي اسان کي جو اُٺاريو،
جَوانيءَ جي اڌوري خواب مان!!



## نامُرادين جي باهہ ۾ سڙندڙ خواهشن جو صندل

دِل جا سيئي معاملا طئہ ٿي ويندا،
خواهشون، جي صندل جيان، نامُرادين جي تتل باهہ ۾ سڙي چُڪيون،
جذبا، جَن مٿان سَدا، عقل جا رَسا وِڌا ويا،
نگاهون، جَن تي اُڇلايون ويون، زنجيرون اخلاق جُون،
وڌا ويا رَچ احساسَن جي چولين مٿان ڏينهن ڏٺي،
راتيون اڪيليون، پهاڙن جي پنڌ جيان ڪُٽيون نہ ڪُٽيون،
زندگي وڃي بچي، گذارڻ لئہ ئي سَکي،
احساس جَواني جو ويو معنيٰ وڃائيندو،
آهستي آهستي، گُمان ۾، ڏيان ۾،
جي بہ هُيون تصويرون، ٿينديون رهيون ڌنڌليون،
نقش يار جا، سنسار جا، سنڌ‍ءِ دوار جا،
وياسين پُلجي سيئي طريقا اظهار جا، پيار جا،
خزان پو ڪيو ڇهري مٿان، فصل نئون چانديءَ جو،
ڇَهرن جي شهرن ۾ تي ڳوليوسين پاڻ ڪي،
پنهنجن ئي گهرن ۾ تي ڳوليوسين پاڻ ڪي،
دِل پنهنجيءَ جا معاملا، پين ٿي نبيريا،
ڪڏهن سوچيو هو پاڻ ائين ٿي ويندا سين!
اسان فقط جيئڻ لاءِ ئي رهجي ويندا سين!
تڏهن بہ الاءِ ڇو؟ پاڻ ڪي لڳي ٿو،
اوهان جي پڪاريو تہ فاصلا طئہ ٿي ويندا،
دِل جا سيئي معاملا طئہ ٿي ويندا!!



## سهائيءَ کان خالي هِڪ سپني جو ڏُک

زندگي فقط مشڪل هُئي پنهنجي،
جنهن سامان آڇيا ٿي رُسوائيءَ جا،
چانڊنيءَ ٿي جڏهن سڏ ڪيا اسان کي،
ٿي واسينگ وچڙيا تنهائيءَ جا،
اُداس راتين جي اڪيلي ڏُک ۾،
ٿي ڏٺاسين خواب سُهائيءَ جا،
اسان ڪان ڪٽي پڻ ڪنيا ٿيا،
بار تُنهنجي بيوفائيءَ جا،
وئي اسان کي ڦري اسان کان،
ڪهڙا ارمان دِل پرائيءَ جا،
ڪنوٽيون ٿي ڪالهه رستو پُليون،
ڏسي جلوا تنهنجي انگڙائيءَ جا،
اوهان ٿي سمجهيا لڙڪ ۽ سڏڪا،
شوق پنهنجي واندڪائيءَ جا،
ويئي زبان ٿي حياتي پنهنجي،
قسم ڪٽندي سَدا سچائيءَ جا،
ڪليون هُيون امين تُنهنجي حجاب جُون،
پٽر هُيا شاهد تُنهنجي پڪائيءَ جا،
ٿي ڪاڏا ڪتيا رقيبن سَدا،
عاشقن جي ڪمائيءَ جا،
ڪٽي ٿي سهي هي ڪمزور جان،
ڏڙڪا تُنهنجي جدائيءَ جا،
هُيا بَدن تُنهنجي ۾ سبق سوين،
ٿيا افشان راز خدائيءَ جا!



## پنھنجي ذات سان جوڙيل ھڪ لاتعلقيءَ جو رشتو

ائين حياتي ڪيئن گذرندي نُنھنجي،
زماني کان ڇا سرندي تُنھنجي!
بھار آئِي ڇو اُداس ھجين ٿو،
بَس پنھنجي ئي آس پاس ھُجين ٿو،
چھري تي ڇو سدا تُنھنجي لڪير غم جي،
ڇو نٿو رکين خبر ڪنھن موسم جي؟
ڪُجھ سالن کان تو رھين بلڪل اڪيلو تُون،
اڳي ته ھُئين ذات پنھنجيءَ ۾ ميلو تُون،
ڇو تُنھنجي مُرڪ ۾ آھي ايڏو زھر پريل؟
خالي لڳي تو ڪيڏو نه ھي گھر پَريل!
تو رھين ڏينھن سارو ڪمري ۾ بند،
ھِي ڪھڙين سوچن جي تون گھيري ۾ بند،
رنگ توکان ٿا پوپٽن جا وسرندا وڃن،
نالا پيي دوستن جا ٿا وسرندا وڃن!
نه لھن خواب ٿا اکين جي ڪناري ھاڻي،
زندگي توسواءِ ٿي گھاري ھاڻي،
شيون تُنھنجون ٽڙي پکڙجي ويون،
جي عُمر پَر ھُيون تو سانڍي رکيون،
نه تو ڳوليون نه توکي لڌيون،
تتليون يادن جون اُڏري ويون،
ميجون ٿا دنيا جي سفاڪي،
بي ثباتي، ھي خشڪ بي رنگ و بي ثمر حياتي،
بي نيازي دنيا کان لاتعلقي تُنھنجي،
ڇا اُن ۾ به آھي لڪل ڪا دِل لڳي تنھنجي،
ڪنھن دِل جي دريءَ مٿان رَکي پاڻ کي،
ڇو وئين ڪٽڻ وري پُلجي پاڻ کي؟!



## اچو تہ بھار کي مؤسمِ گُل لکون

پُلجي بہ تو وٹ نہ اچبو ھاڻ،
گھڙيءَ مان نہ گذربو، پلي وڃيو پاڻ!
نقش تُنھنجا ذھن ڦرھيءَ تان مٽائي ڇڏبا،
خيال تُنھنجا جي آيا تہ لنوائي ڇڏبا،
گُل تي رقص نہ ڪندو،
ھِي مَن نہ ڪندو ضد پنھنجو،
ڪو گيت، سنگيت، غزل نہ پُڌبو،
خواب کي بہ سمجھبو زيان وقت جو،
عشق کي ڪبو تصور ڪاروبارِ حيات،
نہ ذڪر توھان جو نہ ڪائي بات،
زندگيءَ کي ھاڻي آسان بنائبو،
تِي سگھيو تہ ھِڪ مڪان بنائبو،
جَنھن ۾ رکبو نِت نئون سامانِ،
بنجي جنھن سان زندگي آسان،
سوچ ڪوبہ ويچار نہ ڪبو،
گھاٽي جو ڪاروبار نہ ڪبو،
ھا پر، مقتل کي ڪيئن گھر لکنداسين؟
ويراني کي ڇا شھر لکنداسين!
قيد کي ڪيئن آزادي،
۽ پيجري کي ڪيئن پَر لکنداسين!
مؤسم گُل ھوندي وري بہ بَھار،
رات کي ڪيئن سَحر لکنداسين!!



## هڪ اعتبار جيڪو ايمان ۾ تبديل ٿي ويو

تُون سمجهين ٿو!
هاڻ نہ ڪڏهن بهار ايندي،
هاڻ نہ ڪڏهن ٽڙندا گُلاب،
آنچل نہ ڪوئي حجاب رهندو،
سارنگي نہ ڪوئي ڇڙندو رباب،
گونجندا نہ هاڻ گيت سنگيت،
شوق نہ رهندو ڪوئي شباب.
ها پر، اسان ڄاڻون ٿا!
پن ڇڻ هاڻ نہ ايندي ڪڏهن،
هاڻ نہ مُرجهائبا گلاب،
لالي رقص ڪندي رهندي،
بنجي گُلن جو حجاب،
گوجندا رهندا گيت سنگيت،
هاڻ نہ وڇڙندا ڪڏهن ميت.
اسان ڄاڻون ٿا،
ها اسان ڄاڻون ٿا.
قصا نوانِ قربتن جا،
جُڙندا سبق محبتن جا،
خواهشن جا ڪوئنرا گلابي،
ڦٽندا سنگ شرابي
گلن جا اڄ ڪٿ قافلا، سَفر تُنهنجي شهر جا،
خوشبوءَ جي هندورن ۾،
ڪڙندا ڦول سويرن ۾،
اسان جا گُمان يقين ٿيندا،
عشق جي فنا تي ايمان ناهي اسان کي،
ڪلين جي پاڪيزگي قائم رهندي،
اسان هجون نہ هجون زماني ۾،
اسان جي محبت، هي بندگي قائم رهندي!!



## هِڪ سفر جي ڪٿا

ٻارن ۽ گُلن جي فرق سَمجهڻ لاءِ،
مُون ٻَهار ۽ پيار کي سَمجهڻ چاهيو،
جنهن لاءِ مون کي فرق ڳولڻو پيو دِل ۽ ڌڙڪڻ جي وچ ۾،
۽ ان لاءِ ٿي ڏسڻو پيو خزان ۽ خار جو فرق،
جنهن لاءِ هو ضروري سمجهڻ دِل ۽ دلدار کي،
الڳ ڪري نٿي سگهيس يار کي پيار کي،
بدن جي چَمن ۾ خواهش ڪاٿي هُئي ۽ موهه هو ڪِٿي؟
غمِ حيات هو ڪِٿ، ثواب ڪِٿي، ڏوهه ڪِٿي؟
فرق هو ڪهڙو منزل ۽ سفر ۾؟
پنڌ ۽ پيرن ۾، دِل ۽ گهر ۾،
ڪوئل جي ڪُوڪ هُئي ڪهڙي؟
۽ دِل جي هُوڪ هُئي ڪهڙي؟
ڪهڙو هو فرق اسان جي يار ۽ هِن سنسار ۾؟
تُنهنجي نيڻن جو ننگر ڪهڙو هُيو؟
اسان نہ ڄاتو تہ سمندر ڪهڙو هُيو!
مَڌ ڪهڙو، مدهوشي ڪهڙي هُئي؟
دار ڪهڙي، سَر فروشي ڪهڙي هُئي؟
ڪلين جو حجاب هُيو يا تُنهنجو شباب،
چُپ ڪهڙا هُيا ۽ ڪهڙو هيو شراب!
اسان نہ سمجهي سگهياسين!!



## خواب ۽ ساپيان جي فرق واري هِڪ پريشاني

هڪ گيت کان، ٻئي گيت لکڻ تائين واري عرصي ۾ محبت ٿي وڃي ٿي،
يا ملڻ کان وڇڙي وڃڻ واري عرصي ۾ گيت لکجي وڃي ٿو.
محبت ۽ نفرت ۾ اُچارن جو فرق آهي يا اُنهن ماڻهن ۾ ڪو فرق آهي،
جيڪي اِهي لفظ اُچارين ٿا.
ماڻهو اُنهيءَ ۾ رهي ٿو، جَنهن سان پيار ڪري ٿو يا اُهو منجهس رهي ٿو،
جَنهن ۾ پاڻ کي محسوس ڪري ٿو.
ياد جا گُل ويسر جي ٻوٽي مان ڦٽن ٿا يا ويسر يادن جي ڪيت مان اُسري ٿي،
حساب جي واٽ، ٻنهي سِرن کان شروع ٿئي ٿي،
پيار جي نصاب ۾
انتهائون ۽ ابتدائون ڪڏهن به طئہ ٿي ناهن سگهيون!
ٿڪ ۽ سڏڪا، ڳلي جي هِڪ ئي تار مان نڪرن ٿا.
مُنهنجي اِها پريشاني، هاڻي مون کي تنگ نہ ٿي ڪري تہ مُنهنجي زندگيءَ ۾،
خواب ڪهڙا هُئا، ۽ ساپيائون ڪهڙيون آهن؟
ڪهڙو ڏک هُيو ۽ خوشي ڪهڙي آهي،
تو ۾ ۽ مون ۾ هو فرق ڪهڙو،
موت ڪهڙو ۽ زندگي ڪهڙي آهي؟
هُئي ڪهڙي تنهنجي مهر و وفا ۽ ڪهڙي سنگدلي آهي؟
ڪهڙو هُيو رنگ رُخِ يار جو، ڪهڪشان ڪهڙي، ڪهڙي چاندني آهي؟
هي ڪهڙو فرق هُيو، اسان نہ ڄاتو،
دشت ڪهڙو، محفل ڪهڙي آهي؟!

❖

## بيوفائيءَ جو ياد ڪيل نصاب

رستن تي پَن ڇڻ،
اڄ رقص ڪري ٿي پئي،
اڄ وري ڇو رستا ڪاٽڻ ٿا پيا اڄن مُون ڪي!
ڇو هي مَن وري بي سَبب ياد ڪري ٿو ڪنهنکي؟
ڇو تصوير بہ اُداس ٽنگيل ديوار تي؟
هي تنهائي آهي يا اڃان بہ ڪنهن ٻي وحشت جو اجنبي نالو!
جنهن جي معنيٰ سمجهڻ لاءِ، ڪنهن ڪتاب وانگي،
وُجود هِن سموري ڪي اُٿلائڻو ٿو پوي،
توکي ڀُلائڻ لاءِ پاڻ کي بہ ڀُلائڻو ٿو پوي،
هِي جان، جيڪا پنهنجي وس ۾ ناهي،
تنهن مٿان ٿي تون کُلين ڪنهن راز جيان،
ءِ پئي ٿِئي پنهنجي زندگي مشڪل، هي دِل لڳي مُشڪل،
ايڏي ڏکيائي ڪٿان سِکي آهين!
هي بيوفائي ڪٿان سِکي آهين!
ادائون تُنهنجون اٿين قاتل تہ نہ هيُون،
ڪوششون اسان جُون لاحاصل تہ نہ هيون،
هِي چَمن ۾ خزان جو وحشي رقص،
ڪِٿي ٿيندي پُڄاڻي پيار پنهنجي جي،
هُئي ڪنهنجي هٿ ۾ واڳ، سنسار پنهنجي جي،
اسان کي تُنهنجي مهرباني ڪپي ٿي،
بيوفائي سَهي، ڪُجهہ آساني ڪپي ٿي!!



## انصاف جي ڳولا ۾ نڪتل هِڪ ايف. آءِ. آر

اي خُدا!
مُنهنجي ديس جي ٻارڙن جا چَپ،
سُڪي چوڏا ٿي چُڪا،
ڇا تو نہ ڏٺا؟
تہ انهن جا خالي چَڪ،
سندن مائرن جي ٿڻن کي زخمي پيا ڪن!
سندن جسم ۾،
ايترو رَت بہ ناهي رهيو،
جيترو ڪنهن گاڏيءَ ۾ پيٽرول!
اسان جي ديس ۾ ماڪوڙن جو انگ وڌي چُڪو،
ڇا توکي پسند آهي، فقط ماڪوڙن جو خُدا ٿي رهڻ؟
ڇا تون ٻُڌائي سگهندين!
تہ ٻُک وگهي مري ويل ٻارڙن جي موت جي ايف. آءِ. آر
ڪنهن جي مٿان ڪٽرائجي؟!



## اظهار

گُل!
جيڪو منهنجي ڪوٽ جي ڪالر ۾ لڳل آهي،
ڇا توکي ايترو وڻي ٿو؟
جيترو مونکي وڻي ٿو،
گُل،
جيڪو تُنهنجن وارن ۾ پوتل آهي!!


## امڙ جي جهولي ۾ وساريل ننڊ

هِن شهر جا پار پڇن ٿا،
پوپٽ ڪاٿي آهن؟
رنگ، روشني،
گيت، سنگيت،
رانديڪا ڪاٿي آهن؟
رنگ برنگي پکي،
پکين جا آکيرا،
آکيرن ۾ پَر،
پَرن جا پيرا،
پوئنرا،
پوئنرن جا پيرا،
گلاب، ڪلين جو حجاب،
باغ ڪاٿي آهن؟
امڙ جي جهولي،
جهولي ۾ ننڊ،
ننڊ ۾ لولي،
لولي جي ٻولي،
ڪوئل جي ڪُوڪ،
ڪا آکاڻي، چاهي پُراڻي
آکاڻيءَ جو شهزادو،
۽ ڪا شهزادي،
ڪاٿي آهي؟
شهزاديءَ جو پڃرو،
پڃري ۾ طوطو،
طوطي جي آزادي ڪاٿي آهي؟!



## هڪ رشتي جي نئين تشريح

چنڊ جهڙي تون نہ حَسين،
تون نہ گُلن جيان نازڪ،
زلف نہ تنهنجا گهٽائون،
تون نہ ڪنهن شاعر جي ڪوتا،
اکيون تُنهنجون ڪينجهر ناهن،
چيلهہ نہ تُنهنجي ڇهبڪ جهڙي،
پير نہ تنهنجا پَدم جهڙا،
پگهر نہ تُنهنجو عطر مِٽي،
نيڻ نہ تُنهنجا مئخانا،
جام نہ تُنهنجو جلوو آهي،
رنگ نہ تنهنجو چانڊوڪي،
رُوپ نہ تُنهنجو انڌلٺ ريکا،
شمع ناهين تون ڪا سائنڻ،
ناهن تُنهنجا ڪي پروانا،
پوءِ ٻيو توسان منهنجو ناتو ڇو؟
مان سوچيان ٿو!
مان هاري،
تون هاريائي،
منهنجي هٿ ۾ پاچاري،
تنهنجي هٿ ۾ ڏاتو آهي،
سوئي تہ پنهنجو ناتو آهي.



## پيار حقيقت کان بہ خوبصورت ٿئي ٿو

ڪالهہ ڪان لڳي ٿو ڪُجهہ ٿيڻ وارو آهي،
ڪالهہ ڪان يار، تُنهنجي پار جي هوا لڳي ناهي.
هي جان، جنهن مٿان دعويٰ پنهنجي ئهي ناهي،
اُن مٿان اوهان جي نظرِ ڪرم پئي ناهي،
اسان ڪي سڪي تو نہ ويڙهي رکيو،
خوابن جهڙي بَدن مٿان،
اسان جو بَدن ٿي لرزيو دُور،
ٿي ڪِلياسين پنهنجن پاڳن مٿان،
۽ هاڻ جو مُند گُلن جي آئي،
تڏهن اسان ڪي اي بيدردي،
نہ ڪپي گُلن جي ورڪا،
نہ ڪپي ڪوئل جي همدردي،
ڪلين جي گفتگو ۾ ذڪر پنهنجو،
هوائن جي جهوليءَ ۾ گهر پنهنجو،
تو وِسامي آهستي آهستي،
پنهنجي نگاهن ۾ شهر تُنهنجو،
۽ وڃي ٽٽندو اندر پنهنجو،
۽ هي جا اوهانجي مهرباني آهي،
سا تہ موُت جي ڪارستاني آهي!
ها پر لڳي تو ڪجهہ ٿيڻ وارو آهي،
ڪالهہ ڪان يار، تُنهنجي پار جي هَوا لڳي ناهي!!



## بيوفائي مؤت جو پيغام آهي

ڪيئن مَرندس مان؟
ڪُجهه بہ چَئي نٿو سگهان!
ڪا بيماري، سخت ڏاڍي،
جان ۾ بسيرو ڪندي،
۽ ساهہ جي تار ڪي ويندي اُڪاڙي،
يار جي سار ڪي ويندي اُڪاڙي،
يا ڪا اجنبي گولي،
پيڇو ڪندي ۽ ماري ويندي،
ڪجهہ بہ چئي نٿو سگهان!
زندگي جي بي ثباتي،
مؤت جيّ بي يقيني،
تِي بنائي سنسار کي پُراسرار گهٽو،
يار کي پُراسرار گهٽو.
انڪار جي، اقرار جي،
پُرخار رستن تي،
اڄ جو حياتي هي سَراپئہ زخم آهي،
شهر ڄاڻي ٿو سمورو،
هِي تہ اوهان جو ستم آهي.



## آزادي حاصل ڪندڙ هڪ نظم

مُنهنجي ڪمزور ٻانهن ۾،
هٿ ڪڙيون وڏيڪ مضبوط ٿي ويون،
ٻالو سپاهيءَ جو،
مُنهنجي بدن مٿان ڇهبڪ ٿي لڳو،
ڏکيون پٽيون زندان جون،
مونکي ڏسي ڇرڪي اٿيون،
۽ عملو جيل جو، ڪيڏو نه ڊنو هو،
ڇو ته سچ سگهارو هو!
جنهن سچ لاءِ ٿي زندگيون گهوريون،
اسان جي ساٿين ٿي جوانيون گهوريون،
انهن جي خوابن جا تجريدي سلسلا،
شڪسته ڇڻ شامن جا قافلا،
تن جي منزل نه ڪو گهر رهيو،
پنڌ رهيو مگر نه سفر رهيو.
انهن ئي ڏينهن جي ڪهاڻي آهي،
جڏهن خواب ڏسڻ اسان جو ڪاروبار هُيو،
اکين ۾ هُئي جوت جگنوءَ جي،
۽ فرصت جو نالو پيار هيو.
اُهي ڏينهن ماضيءَ جي نالي ٿيا،
اسان جو ٿياسين ته خير آهي،
خواب به مقتل جي حوالي ٿيا!



## خوابن جي صُورتخطي

مُون پوپٽ جي پَرن مٿان جيڪي خواب چٽيا هئا،
سي بندوق جي نالي ۾ قيد آهن!
مُنهنجا گهاءُ،
چانڊوڪي جيان چَمڪن ٿا،
تُنهنجي شروع ڪيل غير اعلانيه جنگ ۾ مارجي ويل،
منهنجي ساٿين جي لهوءَ جو هر قطرو،
ايڪيهين صديءَ جي نرڙ تي،
بنديا بڻجي چَمڪي ٿو.
۽ اسان جو هر دُک،
هڙ نئين بهار کي،
پليڪار چَئي ٿو.
انڌيارن جي درياهه مان هلي آيل اجنبي ملاح،
مُنهنجي شهر ۾ شڪار ڪيڏن ٿا،
هي نفرت ڪٿان هجرت ڪري آئي؟
مان ڪُجهه نٿو ڄاڻان،
اسان پنهنجا يادداشت ناما،
شهر جي سيني ديوارن مٿان هنيا،
جن جي وڃائجي ويل ڪنن جي ڳولا ۾،
شهر جا پاڳل ڪُتا،
اکيون وڃائي،
پاڻ منجهه مسلسل وڙهي رهيا آهن!
۽ مان ڄاڻان ٿو،
زندگين جا قرض مؤسمون ناهن ادا ڪنديون.



## ڪئميرا جي اک ۾ رهجي ويل سنڌ

اڄ منهنجي ڪئميرا ۾،
سنڌ جي تصوير،
فوڪس نٿي ٿئي!
مان حيران آهيان تہ سنڌ جا ڪهڙا نقش فوڪس ڪريان،
سنڌ جي تصوير ڏسندڙ،
جڏهن مون کان پڇندا تہ،
”تُنهنجي ڪڍيل هن تصوير ۾،
صدين کان وهندڙ درياهہ ڪاٿي آهي؟
سنڌ جو ويساهہ ڪاٿي آهي.“
تڏهن مان کين ڪهڙو جواب ڏيندس!
اڄ منهنجي ڪئميرا ۾،
سنڌ جي تصوير،
فوڪس نٿي ٿئي!



## ڪجھ ڳالھين جي خبر دلين کي ناھي ھوندي

انتظار جي لڪير ڪڏھن بہ ختم ناھي ٿيندي،
ان جا ٻيئي ڇيڙا ختم ٿيڻ بجاءِ،
صدين جي اوسيئڙي ۾ تحليل ٿي ويندا آھن!
ٻار ڪڏھن بہ ٻاڻ مٿان ڪِلندڙ اکرن سان،
دوستي ناھن رکندا،
سندن اکين کي،
ڪلاس ۾ لڳل بليڪ بورڊ،
۽ ان جي اڳيان بيٺل استاد،
جي بدارن،
انھن پوپٽن جا رنگ وڌيڪ سٺا لڳندا آھن،
جن کي پڪڙڻ جي شوق ۾،
ھو ٻاڻ پوپٽن ۾ تبديل ٿي ويندا آھن!
۽ ائين ڇو ٿو ٿئي؟
ڪا خبر ناھي،
ڇو تہ ڪجھ ڳالھين جي خبر،
دلين کي ناھي ھوندي!



## دِل جي نوڪري ڪندڙ هڪ ملازم جو غم

اڄ به آفيس ويندي دير ٿي ويئي،
اڄ به منهنجي آهي غير حاضري لڳي!
اڄ به بٽڻ شرٽ جو ڪنهن نه ٽانڪيو،
تڙ تڪڙ ۾ وسري ويو ناشتو،
بوٽ پائيندي کهي ويئي ٽني،
ڪوپ چانهن جو به هٿ مان ڪري پيو،
ڳولي گهٽي پربين به نه لڌي،
ڪالهه به مون کان ويئي هٿي وسري،
گهڙيال به رات ڪان هو بيهي رهيو،
وقت جو ڪو پي پتو نه پيو،
سگريٽ ڪٽي الاءِ رکيا مون،
نه لڌا توٽي جو گهٽا ڳوليا مون،
تصوير لڳل ديوار مٿان تنهنجي،
مون کي ڏسي مرڪندي رهي!
ائين وساري گهر ۾ اڄ پاڻ کي،
ٻاهر نڪتس ته بس به ويئي نڪري،
اڄ به آفيس ويندي دير ٿي ويئي!



## خُودڪشيءَ جا خواب وساري ويٺل هڪ درياهه جي رسوائي

هان منهنجي خواهشن جو پوسٽ مارٽم نه ڪريو،
ڇو ته اُهي دل جي تابوت ۾ دفن ٿي چڪيون آهن.
جنهن درياهه کان، سمنڊ ۾ ٻڏي،
خودڪشي ڪرڻ جا خواب وسري ويا هجن،
ان ۾ سهڻيءَ جو عشق ڪيئن ٿو ترِي سگهي!؟
اکيون بند ڪري، مان هن جي احساس کي،
لُڙڪن سان ڇهڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو.
پر هن جي وصال جا آڪاس،
منهنجي نصيب جي نگاهه کان گهڻو اوجهل آهن.
پنهنجين چاهتن جا جبل چڙهي چڙهي،
هاڻ مان ٿڪجي چڪو آهيان،
۽ ان وڻ هيٺان ويهڻ چاهيان ٿو،
جيڪو سسئي جي پير جي نشان مٿان ڦٽو آهي.!!
۽ اها ننڊ ڪرڻ چاهيان ٿو،
جنهن جي خاموش ساعتن مان،
خوابن جا گونج ڦٽي نڪرندا آهن،
۽ جن جي مهڪ سان،
درويشن جا سجدا وُضوءَ ڪندا آهن.



## شناختي ڪارڊ جو نمبر ڪير ياد رکي

مان اهو ئي ته آهيان،
جنهن جون خواهشون شعر تي ويندڙيون آهن.
۽ جيڪو بهارن جي جوانيءَ جا قصا،
ڪتابن جي ورقن ۾ قيد گلن جي پتين کان پُڇندو آهي.
۽ شناختي ڪارڊ جو نمبر ياد ڪرڻ کان،
بهتر سمجهندو آهي ته لُڙڪن کان ،
خوابن جون ڪهاڻيون ٻڌي،
جو ته ٽُٽل دلين جو پڙاڏو،
اڪين جي اداسيءَ ۾ گهڻو وقت قيد ناهي رهي سگهندو،
۽ ڳلن تان ڳڙي پوندو آهي.
ها! مان اهو ئي ته آهيان،
جيڪو ڪتاب اڌ ۾ڇڏي ڏيندو آهي،
۽ سگريٽ پورو ڇڪيندو آهي،
جنهن جي ٻاروتڻ ۽ جواني جي وچ ۾،
هڪ خواب جو مفاصلو آهي!



## پسيل ماچيس سان آزاديءَ جي آگ نٿي ٻاري سگھجي!

سنڌ جي وجود مٿان،
زخمن جا گلاب ٽڙي چڪا آهن،
۽ اسان جي وطن جا مسيحا،
دوائن جا دڪان بند ڪري،
ماڻهن کي دعائن جا سليقا سيکاري رهيا آهن!
سنڌوءَ جي لهرن کي،
اسان جي نئين نسل،
واريءَ جي ذرڙن ۾ تبديل ٿيندي ڏٺو آهي،
جن ۾ سهڻيءَ جو گهڙو،
ٽڪر ٽڪر رسوا ٿي رهيو آهي
۽ تڏهن مان سوچيان ٿو،
اسان جي قوم پرست سياست،
ڇا هاڻي پسيل ماچيس وانگر بنجي ويئي آهي،
جنهن جي ڪا به تيلي ٻري نه ٿي سگهي!



## ذوالفقار علي ڀُٽو

منصور حلاج،
ڪنڌ ورائي هن کي ڏٺو،
۽ سرمد کان پڇيو!
هي ڪير آهي؟
۽ ڪٿان آيو آهي ڪهي!
هن جو نالو ڇاهي، شجرو ڇاهي؟
۽ ڪهڙو هن جو سنسار آهي؟
سرمد ڏسي، هن کي چيو،
هي ذوالفقار آهي!
سنڌ هن جو ديار آهي،
دُور دهليءَ کان گهٽو،
سنڌ ملڪ جو هي ڀٽو،

ويس دارا جو وٺي،
پنڌ پُڇي سقراط جو،
ڪهي اسان وٽ آهي آيو!
منصور پڇيو،
هن سان ٿيو ڇا هي؟
ڳڇي هن جيءَ تي،
نشان ڦاهيءَ جو،
ڪنهن ڇڏيو؟
دارا چيو،
ضياء جي جُبي منجهه ڇپي،
هن کي به اورنگ زيب مارايو آهي،
۽ ڦاهيءَ تي لٽڪايو آهي،
ڏور وينل شاهه عنايت،
ڏسي بلاول کي مرڪي ٿو،
۽ هوشو هٿ هوا ۾ ڪڍي،
نعرو زور سان لڳائي ٿو،
۽ پاڪر پُٺي کي پائي ٿو!



مـؤسمـن وانـگي دلـيون،

اکثر بـدلــجــن ٿـيون.

کهڙا رستا هيا، کهڙا هُيا، پيرا،

کهڙا سفر هُيا، کهڙيون منزلون،

اکثر بدلجن ٿيون.

هيءَ جا آهي اوهان جي درد شناسي،

ڀُلجي ويون دڙکڻ، کيئي دليون،

اکثر بدلجن ٿيون.

اسان ساڳيا ۽ خواهشون ساڳيون،

اوهان جون نگاهون، هِي مهربانيون،

اکثر بدلجن ٿيون.

اسان ٿي پنهنجا ئي پنڌ پُڇايا،

عشق جا معاملا، هي محبتون،

اکثر بدلجن ٿيون.

اسان وٽ اُهائي، خشڪ زرد حياتي،

اوهان وٽ محبت جون معنائون،

اکثر بدلجن ٿيون.



ڳُل تو نہ پَٽيا،

مُنـد ڳـذري ويـئـي!

چپــن جي چانــدنــي،

سَڏ مــون کي ڪيــا.

مُنـد ڳـذري ويـئـي!

اکــڙيـن جي آســري،

رُلـي ويـا قـــافـــلا.

مُنـد ڳـذري ويـئـي!

پـلــڪـن جي پــويان،

اڪيلا ڪيئي سپنا.

مُنـد ڳـذري ويـئـي!

واعــدا پـنـهـنجا چو؟

پاڻ پنهيءَ کان وسريا.

مُنـد ڳـذري ويـئـي!

مــون ڪلـي ٿـي سَنـا،

تُنهـنجا سَپ ڏوڪـا!

مُنـد ڳـذري ويـئـي!



آئون تو بنان، ڪيان تہ چا ڪيان؟
رات اڪيلي آهي!
آهين تون حَسين، برڪا بهار جيان،
رات اڪيلي آهي!
چُنري تُنهنجي چورائي، آئي چنبدرما،
رات اڪيلي آهي!
ڳوٺ سمورو سُتل، هي اوجاڳو ۽ مان،
رات اڪيلي آهي!
تو جو هٿ ڇڏايو، ڪِريس ڇڻ ڇوتيءَ تان،
رات اڪيلي آهي!
تون ٿي وڃين دُور، تو ڪي ڪيئن روڪيان،
رات اڪيلي آهي!
تو سواءِ مان، مڇيءَ پاڻيءَ بنان،
رات اڪيلي آهي!



مونکي تُون نہ وِسار گوري! مونکي تون نہ وسار.

رِم جهم رِم جهم بادل برسن، اکيون ميگهہ ملهار،

گوري! مون کي تون نہ وسار.

سِرجيا آهن سپنا، اکين جي هُن پار،

گوري! مون کي تون نہ وسار.

پَن چَڻ جي پويازي، اِجهو آئي بهار،

گوري! مون کي تون نہ وسار.

ڇا سوچي هُئي جوڙي، هي دنيا سرجڻهار،

گوري! مون کي تون نہ وسار.

هيل کيل انوکو تُنهنجو، اسان لئہ هو پيار،

گوري! مون کي تون نہ وسار.

مون کي تون نہ وسار.



هُني ڪائنات هي ڪا محوِ گردش،
يا تُنهنجي گهگهري جا ها گهير،
اسان کي ڪير ته سمجهائي!
ڇا لاءِ پُلجي، ويئي رُلجي هِي دِل،
رکي تُنهنجن پيرن مٿان پير،
اسان کي ڪير ته سمجهائي!
هَوا تي وڄائي وڻن ۾ گهُنگهرو، يا،
تُنهنجي پايل جي آهي ڇير،
اسان کي ڪير ته سمجهائي!
ڇا لاءِ تُنهنجون هي ناراض نِهارون،
ڇا لاءِ تــو وٽ ايــڏو آ انــڌيــر،
اسان کي ڪير ته سمجهائي!
تي پُلائي مُنجهائي ڇاڪاڻ مسافر،
ڪولي ۾ لهرائي وارن کي ڇوڙيــر،
اسان کي ڪير ته سمجهائي!
هُن جي بَدن هُيون ٻهڪايون بَهارون،
ڇو ڪلين ٽِڙڻ ۾ ڪئي هُئي دير،
اسان کي ڪير ته سمجهائي!
نوازي پئي تي تقدير دُنيا کي،
اسانِ ڏي اوهان جو اير نه پير،
اسان کي ڪير ته سمجهائي!



تُون اپـريـل جي بَهــار مِنــي،

تـو ۾ روز گُلاب ٽڙن تــا!

مـون ۾ "مـان" رهيـو ئـي ناهـي،

ڇا جيــت ڇا هـــار مـــنـــي،

تـو ۾ روز گُلاب ٽڙن تــا!

سـوچيـان ٿـو تـون سـنسـار ۾،

يـا تـوم سـنـســار مـــنـي!

تـو ۾ روز گُلاب ٽڙن تــا!

نصيب ۾ ڪَنهنجي لکيل آهي،

هــي بَدن هِي بـهــار مـــنـــي،

تـو ۾ روز گُلاب ٽڙن تــا!

مُنهنجي سيـني ۾ ڌڙڪي ٿـو،

تُنهنجو اوسيئڙو، انتظار مِني،

تـو ۾ روز گُلاب ٽڙن تــا!

گـهاءُ اسـان جا مَهـڪـي اُٿـيـا،

چانڊني، رات، هـيـڪـار مـنـي،

تـو ۾ روز گُلاب ٽڙن تــا!



چنڊ ڪڙي ئي نٿو،
تُون جو نٿي مُرڪين!
گُلن مٿان پوئنرو،
اڄ مِڙي ئي نٿو،
تُون جو نٿي مُرڪين!
ساز تنتي پيا ۽ اڄ،
راڳ چڙي ئي نٿو،
تُون جو نٿي مُرڪين!
شمع ٻرندي رهي،
پتنگ سڙي ئي نٿو،
تُون جو نٿي مُرڪين!
خوشبو ڦهلجي نٿي،
گونج ٽڙي ئي نٿو،
تُون جو نٿي مُرڪين!



پنهنجي سُونهن کي تون رئي ۾ نہ لڪاءِ،
شهر ۾ اسان کي روشني کپي ٿي.
ڏي لهڻ ڪونج کي ڇپن جي ڪناري،
مسافر ڇُميءَ کي زندگي کپي ٿي.
شهر ۾ اسان کي روشني کپي ٿي.
نہ ٿي خفا تون رنگن سان ڪهڪشان جي،
رنگن کي وُسعت ڳلن جي کپي ٿي.
شهر ۾ اسان کي روشني کپي ٿي.
پنهنجن ٿي هٿن مان ٿي ڪِرين ۽ ڀَڃين،
شيشي کي آخر تہ ڪا دري کپي ٿي.
شهر ۾ اسان کي روشني کپي ٿي.
نهارين نٿي ڇو تون آرسيءَ منجهہ،
آرسيءَ کي بہ تہ ڪا آرسي کپي ٿي.
شهر ۾ اسان کي روشني کپي ٿي.
ٿي مَري جڏهن بہ ڪا ديويا ڀارتي(•)،
لڳي ٿو موت کي بہ زندگي کپي ٿي.
شهر ۾ اسان کي روشني کپي ٿي.



(•) ديويا ڀارتي (هندوستاني اداڪاره) جيڪا جوانيءَ ۾ مري ويئي.

بَدن تُنهنجو شيشي جهڙو نهيل،

پٿرن جي شهر ۾ گهر نہ خريد ڪر!

اسان کي مارڻ لاءِ تنهنجون نگاهون ڪافي،

پيسا پري تون خنجر نہ خريد ڪر!

پٿرن جي شهر ۾ گهر نہ خريد ڪر!

ساگر آهي تشنہ، تنهنجي لبن جو سڪي!

چپن سان پيءُ تون، ساغر نہ خريد ڪر!

پٿرن جي شهر ۾ گهر نہ خريد ڪر!

اسان اڳيئي آهيون، مُئل تُنهنجي مجاز جا،

مارڻ لاءِ اسان کي زهر نہ خريد ڪر!

پٿرن جي شهر ۾ گهر نہ خريد ڪر!

عشق ۾ ڪاروبار! روا ناهي دوست،

دل جي بدلي تون، دلبر نہ خريد ڪر،

پٿرن جي شهر ۾ گهر نہ خريد ڪر!



اي دل! دير تي ويئي گهڙي آ،
اڄ ته موٽي واپس گهر هلئون!
سناٽو ويو آهي اندر منجهه لهي،
خيالن جي ته ڪنهن نئين شهر هلئون،
اڄ ته موٽي واپس گهر هلئون!
سپ وجي سُتا آهن آڪيرن ۾ پکي،
پاڻ ٿئي چو پيا،تا دربدر هلئون!
اڄ ته موٽي واپس گهر هلئون!
چو رُسوا ڪريون، عشق کي پنهنجي،
رکي رستي تي هي سفر هلئون،
اڄ ته موٽي واپس گهر هلئون!
رقيبن جي سازش آ ويئي وڏي ڏاڍي،
ڪاڏي به هلئون، هتان مگر هلئون،
اڄ ته موٽي واپس گهر هلئون!



ڪيـامـاڙيءَ تـي ڪـهڙو،

ها ها! ڪالهہ سچ لٿو ٿي.

تـون ٿـي وئـيـنءَ دور ڇڏي،

۽ مون ٻيهي توکي ڏٺو ٿي!

ها هنا! ڪالهہ سچ لٿو ٿي.

چو ٿــي اچي پـــن ڇڻ روز!

هڪڙي اداس گل سوچيو ٿي.

ها ها! ڪالهہ سچ لٿو ٿي.

سُهڻي تري پهتي آهي پار،

عشق ۾ تہ درياهہ ٻڏو ٿي.

ها ها! ڪالهہ سچ لٿو ٿي.



منهنجي شعرن جو فصل ٿُي ٿو،
تنهنجي حُسن جي سرزمين تي.
ياد تنهنجي اچي ته لڳي ٿو ائي،
باهه مٿان چڻ ڪوئي گُل ٿيئي ٿو.
تنهنجي حُسن جي سرزمين تي.
حاصلات جي تصور ۾ چاڪاڻ دوست،
من ۾ خيال هر لاحاصل ٿيئي ٿو!
تنهنجي حُسن جي سرزمين تي.
منهنجا قدم چو ٿا مقتل ڏي وڃن،
تنهنجي نگاهه ۾ چو نئون قتل ٿيئي ٿو.
تنهنجي حُسن جي سرزمين تي.
منهنجي دِل ڪي ڏي تون هجر جي موسم،
وڇوڙي ۾ روز نئون وصل ٿيئي ٿو.
تنهنجي حُسن جي سرزمين تي.



ساريـن جي سُرهاڻ،
ساري وايي منڊل ۾.
جل ٿل جل ٿل جَرڪي،
يادن جو مهراڻ،
ساري وايي منڊل ۾.
گهاءُ جيان ٿي جَرڪي،
چوڏهين جي چانڊاڻ،
ساري وايي منڊل ۾.
رستا رستا خوشبو،
تُنهنجي اچڻ جا اهڃاڻ،
ساري وايي منڊل ۾.



سانوڻ آئي هيل،
تي جهيڙيو دِل ڇا لاءِ؟
مُنهنجي پُنهونءَ کئي،
ڇو ڏاڍي آهي اوريل!
تي جهيڙيو دِل ڇا لاءِ؟
ننڊ نياڳي ڇاکاڻ،
ڪالهه آئي سويل!
تي جهيڙيو دِل ڇا لاءِ؟
تو بنان هِي حياتي،
ڇا هي، جي ناهي جيل!
تي جهيڙيو دِل ڇا لاءِ؟
ويا وڇائجي تو متان،
جوانيءَ جا رابيل!
تي جهيڙيو دِل ڇا لاءِ؟



هتِن مان اڪثر آهي ڪري پوندي،
منهنجي دِل سان تون راند نہ ڪر!
رقيب تو پيو منهنجا ڏينهن ڳڻي،
پوري هن جي هاڻ مراد نہ ڪر.
منهنجي دِل سان تون راند نہ ڪر!
دل ماناري ۾ آهن وجي ستيون،
خواهشن سان چري چراند نہ ڪر.
منهنجي دِل سان تون راند نہ ڪر!
بدلي جي آڳ ۾ جلي نہ وڃين،
پلئو ڪو مون سان پلاند نہ ڪر.
منهنجي دِل سان تون راند نہ ڪر!
گدري جيان گوري جواني تنهنجي،
چريءَ سان هٿ چراند نہ ڪر.
منهنجي دِل سان تون راند نہ ڪر!



عشق عبادات ڪري آيو،
توسان ملاقات ڪري آيو.
سنگدل سان ملي، پنهنجا،
سنگين حالات ڪري آيو!
توسان ملاقات ڪري آيو.
جڏهن بہ ويو خيالن منجهہ،
ڪڙي محلات ڪري آيو!
توسان ملاقات ڪري آيو.
هو روئڻ روڪي سگهيو ڪين،
ڪهڙي بات ڪري آيو!
توسان ملاقات ڪري آيو.
ڪنهن نہ ڄاتو تہ اڄ "عزيز"،
ڏينهن ڪي رات ڪري آيو!
توسان ملاقات ڪري آيو.



اوهـان جي واهـيـري آيـا آهـيـون،
اسان جو من تہ پکين جيان آهي.
اکيون هُيون ڪوزه گر اسان جون،
پرين بہ تہ اسان جو پَرين جيان آهي.
اسان جو من تہ پکين جيان آهي.
پيـو ڏڙڪي تـو خيـال يـار ۾ سَدا،
عشق يـار پنهنجو هِي دلين جيـان آهي.
اسان جو من تہ پکين جيان آهي.
چانيل اسـان تي گهنگهور گهٽـا جيان،
سانوڻ پيي هُن جي اکين جيـان آهي.
اسان جو من تہ پکين جيان آهي.
ويو ڪري شاداب، سراب بَدن جو،
ڇهـاءُ هُن جو نـديـن جيـان آهـي،
اسان جو من تہ پکين جيان آهي.
چاهت پنهنجي آهي آوارگيءَ وانگي،
سُونهن اوهانجي، گهٽين جيان آهي،
اسان جو من تہ پکين جيان آهي.



ڇا لاءِ هُيــو هُو خاڪ بَســر سَرِ شــام،

صحرا تہ مجنونءَ جي پيرن ۾ هُيو!

سندس گهيري ۾ هُيون سَڀ گردشون،

يا گــردشــن جي هي گــهيــرن ۾ هُيــو.

صحرا تہ مجنونءَ جي پيرن ۾ هُيو!

ٿي سِکي سبق عاشقي مکتب دِل منجهہ،

ڇا لاءِ ڳوليو هُن چنڊ کي انڌيرن ۾ هُيو.

صحرا تہ مجنونءَ جي پيرن ۾ هُيو!

پيــو ڳولي مَن پــنهــنجو چنــن بي چيننيءَ ۾،

مليو نہ سُکون اسان کي سويرن ۾ هُيو.

صحرا تہ مجنونءَ جي پيرن ۾ هُيو!

پَکي ويــا ها اُڏامي ڏور ڏســائن ڏانــهن،

ويو رهجي پوئتي تڪ آ کيــرن ۾ هُيــو.

صحرا تہ مجنونءَ جي پيرن ۾ هُيو!



دلڙي بيڪس بنجي ويئي،
بيدل جي هُن شهر ۾.
رُخ تان جو هن رئو هٽايو،
چانڊني بيوس بنجي ويئي.
بيدل جي هُن شهر ۾.
هن جي مرڪ جو گل ٽڙيو،
بهار بي رس بنجي ويئي.
بيدل جي هُن شهر ۾.
اختر[1] اچڻ چاهي نٿو،
يا ريل بي حس بنجي ويئي.
بيدل جي هُن شهر ۾.
منهنجي هٿ مان نڪري دل،
ڪنهن جي هٿ وس بنجي ويئي.
بيدل جي هُن شهر ۾.



(1) اختر درگاهي، روهڙي ۾ رهندڙ منهنجو پيارو دوست ۽ هم عصر شاعر.

ويئي ڦهلجي خوشبوءِ جيان سنسار ۾.
پنهنجي مُحبت جا قصا عام ٿيا.

ڪالهه هُيو مئخانو، سَمورو لڙڪڙايو
دست و گريبان هُيا ڪيئي جام ٿيا.
پنهنجي مُحبت جا قصا عام ٿيا.

ڪيڏو شور ٿيو هيو برپا گلستان ۾،
خوشبوءِ جا، ڪلين جا ها قتلام ٿيا.
پنهنجي مُحبت جا قصا عام ٿيا.

جن مشهور به نه ٿيڻ چاهيو هو ڪڏهن،
اُهي ئي آهن اڄ چو بدنام ٿيا.
پنهنجي مُحبت جا قصا عام ٿيا.

شوق يار ۾ ٿيا شهنشاهه به گدا،
حاڪمِ شهر پڻ ڪيئن نه غلام ٿيا.
پنهنجي مُحبت جا قصا عام ٿيا.

هوائن ٿي ڏسيا ڪالهه پتا پرينءَ جا،
الڪا اڪين جا هُيا پيام ٿيا.
پنهنجي مُحبت جا قصا عام ٿيا.



تو بنان تڙپي اُتي،
دِل اسان جي سيني ۾.
گيت اسانجا جرڪن ٿا،
گوري جي پسيني ۾.
دِل اسان جي سيني ۾.
وڇڙي ويئي آ ڇا لاءِ،
ملڻ جي مهيني ۾!
دِل اسان جي سيني ۾.
خواب پُوري ڇڏيا ڪنهن؟
نيڻن جي نگيني ۾.
دِل اسان جي سيني ۾.



سُورج، چنڊ، ستارا جرڪن،

روشن روشن تارا جرڪن.

ٻاڪ ڦٽيءَ جي اوسئيڙي ۾،

جڳ مڳ جُڳنو سارا جرڪن.

روشن روشن تارا جرڪن.

جرڪي سارو جڳ اسان جو،

جرڪي ديس نظارا جرڪن.

روشن روشن تارا جرڪن.

چانديءَ جهڙو پاڻي جرڪي،

سون سندا ڪنارا جرڪن.

روشن روشن تارا جرڪن.

ماڪيءَ جهڙو موھ اسان جو،

ماٺو ڪير ڏارا جرڪن.

روشن روشن تارا جرڪن.



بَدن جي ڪمان ۾ هُوءَ تير جيان تاڻيل،
حياتي پنهنجي ڏي اڄ خير ناهي.
گهر پنهنجي مَن جو آهي نهيل ڪچو،
انگڙايون هَن جُون ڪنوڻين سان واڻيل.
حياتي پنهنجي ڏي اڄ خير ناهي.
پيشانيءَ تي ستارا آهن جُهومر هُن جي،
چانڊنيءَ جي پَرڻ مان هُوءَ ڇاڻيل.
حياتي پنهنجي ڏي اڄ خير ناهي.
شفق ڪي دُور ڪان ٽي ڪارونجهر ڏنو،
مور هيا ڪور ۾ سڀ برف ٻڌل.
حياتي پنهنجي ڏي اڄ خير ناهي.
نشاني تي رکي دِل، ٽي ڪشي نگاهون،
جواني پُوري هِتي، ڪنهن ڪي نہ حاصل.
حياتي پنهنجي ڏي اڄ خير ناهي.
خدا معلوم ڇا هُوندو اِن ۾ لڪيل!
اڄ مِلي تُنهنجي آهي تار اُماڻيل.
حياتي پنهنجي ڏي اڄ خير ناهي.





عزيز گوپانگ سنڌي ٻوليءَ جو مڃيل ليکڪ ۽ شاعر آهي، سنڌس شمار اُنهن شاعرن ۾ ٿئي ٿو جيڪي دل ۽ اُن جي معاملن کان علاوه قانون ٽوڙيندڙ ڏاڍ مڙسين خلاف پڻ گيت لکندا رهيا آهن. عزيز سنڌ جي ليکڪن جي اُنهيءَ نسل مان آهي جنهن ضياءُ الحق جي آمريت واري دور ۾ شعوري طور تي اک کولي، هن دوست جمهوريت جي سِج اڀارڻ لاءِ نڪتل نوجوانن کي ٽڪٽڪين ۽ ڦاهين تي جهولندي ڏٺو ۽ سنڌن لاءِ گيتن جا هار پوئيا ۽ هڪ فسطائي جنرل هٿان، پنهنجي محسن ذوالفقار علي ڀٽي کي ڏنل ڦاهيءَ واري موضوع جو مرثيه نگار رهيو. عزيز گوپانگ جمهوريت جي بحالي لاءِ سرجندڙ شعري توڙي نثري ادب جو هڪ سرموڙ ليکڪ آهي، جنهن 83ع واري تحريڪ دوران، قلم ذريعي سنڌ جي نمائندگي ڪئي. منهنجو هي دوست نه رڳو سٺو شاعر پر هڪ معصوم ۽ درويش صفت انسان پڻ آهي.

حسن مجتبيٰ

عزيز نه فقط هڪ رنگين مزاج شاعر جو نالو آهي پر هُو هِڪ پُرخلوص ۽ وضعدار دوست جو دل آويز پيڪر پڻ آهي، عزيز تخيل جي جهان جو هِڪ تجربيڪار ۽ استاد گهوڙيسوار آهي، جنهن جي مزاج ۽ سفر جي موسمن جي ڪيس ئي خبر آهي، اَئون ته بس ايترو ئي ڄاڻان ٿو ته هو سدائين دل جي انگل ۽ آرن اڳيان بيوس نظر ايندو آهي ۽ اُن جي ئي مرضيءَ سان ڪنهن خيال جي گهوڙي جي رڪاب تي پير رکي لانگ ورائي ويهندو آهي.

سنڌس شاعريءَ جي هن مجموعي ۾ ڏنل غزلن جي ماڪيءَ جو ذائقو جيڪو نج ۽ نئون آهي، اُن کي ڏسي محسوس ٿئي ٿو ته هُن هي ماڪيءَ ڪيترن ئي خوابن، آرزوئن ۽ تمنائن جي گذري ويل موسمن جي گل گل مان، ذرو ذرو ڪري ميڙي آهي. عزيز جي شاعراڻي فن جي هِڪ الڳ ادا آهي. هن ڪڏهن به پنهنجن غزلن کي عروض جي پڃري ۾ قيد ناهي ڪيو، اهوئي سبب آهي جو سندس غزل چانگ ڇلانگون ڏيندي، ڪنهن سرسبز ۽ شاداب جبل تي چڙهندڙ ڊڄ جيان لڳندا آهن.

علي آڪاش

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ جي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڙهڻ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. ٻَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوٿ چالاڪ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽـر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

> وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ "منهنجا ڀاءُ
> پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
> - اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)